

# مجموعة الاشعار

## (حصو ٻيو)









شاعر

پير طريقت، رهبرِ شريعت، مفسرِ قرآن
مبلغِ اسلام حضرت علامه مولانا الحاج

**محمد ادريس ڏاهري**

(بلبلِ مدينه)

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیْكَ یَا رَسُوْلَ اللّٰہِ

حمدِ باري تعاليٰ، نعتِ رسولِ مقبول ﷺ ۽ شانِ صحابہ رضی اللہ عنہم،
شانِ اهلبيت ۽ بزرگانِ دين جي مزارات
جو تصويرون ۽ منقبتن تي مشتمل اشعار جو بيمثال مجموعو

# مجموعة الاشعار

## (حصو پيو)


شاعر، پير، روشن ضمير، پيرِ طريقت

شيخ الحديث و التفسير حضرت علامه مولانا مفتي

محمد ادريس ڏاهري نقشبندي طاهري دامت برڪاتهم العاليه



حافظ عبيد الله ناشر طاهري لاڪو

اداره ء خدمة القرآن والسنة شاهپور جهانيان






| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو ............ | **مجموعة الاشعار (حصو پيو)** |
| شاعر ............ | شاعرِ اهلسنت پيرِ روشن ضمير، پيرِ طريقت، رهبرِ شريعت، حضرت علامہ مفتي محمد ادريس ڏاهري مدظله |
| ڪمپوزنگ ۽ ايڊيٽنگ...... | ابو الرضا علي حسن رضا عطاري 03003411197 |
| با هتمام ............ | قاري اسد الله ڏاهري مدظله |
| ڇاپيندڙ ............ | اداره خدمة القرآن والسنة شاهپور جهانيان ضلعو نوابشاهہ |
| ڇاپو ............ | پهريون |
| هديو ............ | 200/= |




09-12-2011 حافظ عبد...



# انتساب

مان پنهنجي شاعريءَ جـــي ڪتاب

مجموعة الاشعار (حصو پيو ) کي پنهنجي والدِ

بزرگوار الحاج رب رکيو ڏاهري عليه رحمة الله الباري

ڏانهن منسوب ڪريان ٿو جن جي دعا ۽ نگاهِ

فيض سان آءٌ طلبِ علم ۾ اجان ڪوشان

آهيان.

المنتسب

شريعت ۽ طريقت جي طالبن جو خادم محمد ادريس ڏاهري

سرپرستِ اعليٰ ادارهء خدمة القرآن والسنة شاهپور جهانيان

ضلعو نوابشاهم



# فهرست

فرمانِ مصطفیٰ صلی الله تعالیٰ عليه واله وسلم :

جنهن ڪتاب ۾ مون تي درود شريف لکيو جيستائين منهنجو نالو ان ڪتاب ۾ لکيل رهندو فرشتا ان جي لاءِ استغفار ڪندا رهندا.

# تقريظ

استاذ العلماء، شيخ الحديث والتفسير، فاضل جليل،
عــالمِ نبيل حــضرت علامہ مولانا مــفتي قبلہ
**سيد فهيم احمد شاھہ راشدي** دامت برکاتهم العاليه
(مدرس و صدر دار الافتاء مدرسه جيلانيه قادريه لاڙڪاڻو)

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى مُحَمَّدِ ن النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَاَزْوَاجِهٖ اُمَّهَاتِ الْمُؤْمِنِيْنَ وَذُرِّيَّتِهٖ وَاَهْلِ بَيْتِهٖ اَمَّا بَعْدُ! فَاَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ○ بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ○

شعر و شاعريءَ جي انوکي فن ۾ حمدِ الاهي عزوجل ، نعتِ رسولِ مقبول صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم ، منقبتِ بزرگانِ دين رحمهم الله، قصيدہ رديف، مرثيه ڪافيه، چؤسٽا ۽ غزل کي احسن انداز ۾ ترتيب ڏيڻ ۽ ان جي وزن ۽ بحر ۽ تسلسل ۽ رواني ۽ ديني ۽ دنياوي تعليم ۽ نصيحت جي حسين امتزاج کي برقرار رکڻ ۽ پڙهڻ يا جهونگارڻ سان رِقت پيدا ڪرڻ واري ڪيفيت ۾ نکار قائم ڪرڻ انتهائي ڏکيو ۽ اوکو ڪم آهي ها جيڪڏهن ڪنهن کي ڏٺيءَ طرفان ذات مليل آهي تہ پوءِ اشعار کي سهيڙڻ نهايت ئي سليس ۽ سولو هوندو باقي بي فهم ماڻهو جي وس جي ڳالهه ناهي جيڪو ان فن ۾ پنهنجو پاڻ کي مڃائي تہ يقينن اهو داد، تحسين ۽ مڃتا جي قابل آهي اهڙا شاعر

جيڪي اسلامي اصولن جي پاسداري ڪندي نج شرعي بنيادن تي شاعري ڪندي ماڻهن کي لطف اندوز ڪن ٿا اهي عالم آگرين تي ڳڻڻ جيترا آهن. اهو به ضروري ناهي ته هر عالم شاعر هجي چوته هر ڪنهن جو پنهنجو فن آهي خدا جنهن کي جيڪا ذات ڏئي، ڪي علمِ ڪلام جا ماهر ته ڪي علمِ فقه ۽ اصول فقه جا گوهر آهن. ڪي علم منطق جا قابل ته ڪي علمِ مناظره ۾ بي مثال آهن ڪي علم التفسير ۾ ڪامل ته ڪي علم الحديث ۾ صاحب ۽ عامل آهن. ها ائين به آهي جو ڪجهه عالم گهڻن علمن ۾ يڪجا ماهر آهن جن ۾ تفسير "احسن البيان في تفسير القرآن" جي لکندڙ مولانا مفتي محمد ادريس ڏاهري مدظله جو نالو به آگرين تي ڳڻڻ چاهيندس چوته پاڻ ڪمال جون تصنيفون منظرِ عام تي آنديون اٿن. يقينًا انهن تصنيفن مان هڪ تصنيف "مجموعة الاشعار" به آهي جنهن مان عشقِ رسول صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جون جهلڪيون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. هوندئن ته مون ناچيز کي حقيقي شاعرن جي مجموعي پڙهڻ جو اتفاق ٿيندو رهيو آهي. جن ۾ حدائقِ بخشش، سامانِ بخشش، وسائل بخشش، مجموعة الاشعار (حصو پهريون) وغيره قابلِ ذڪر آهن جن ۾ عاشقانِ رسول عشقِ رسول سان مزين پنهنجي جذبات ۽ عقيدت جو اظهار عشقيه انداز ۾ ڪيو آهي. جنهن کي جهونگارڻ سان روح کي راحت ۽ قلبِ ناشاد کي تسڪين ميسر ٿيندي آهي.

هن پُرفتن دور ۾ بُرائي جي ترغيب ڏيندي اڄ ڪلهه جا بيباڪ شاعر جيڪي شعور ڪان لاتعلق ۽ لاعلم آهن جن کي علمِ

دين جي واقفيت نہ هوندي آهي پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪفريہ ڪلمات بڪيندا رهندا آهن. جن جا گندا ٻول ڪڏهن ڪڏهن ڪنن تي پوڻ سان سندن ناداني ءَ تي انتهائي گهڻو ڏک ۽ صدمو ٿيندو آهي. اها ڳالهہ بہ هڪ مڃيل حقيقت رهي آهي تہ عالمِ دين ئي اسلام جي ضروريات ۽ حقائق کي بهتر ڪان بهتر انداز ۾ سمجهي سگهي ٿو سو شاعريءَ جي مُعاملات ۽ حاصلات ۾ بہ عالمِ دين جي لکيل اشعار کي ئي فوقيت ڏني وڃي جيڪڏهن ڪنهن کي شاعريءَ جو اشتياق هجي تہ بہ هو عالمِ دين سان رجوع ڪري تہ جيئن ان جي بروقت صحيح رهنمائي ۽ اصلاح ٿي سگهي. چوتہ شرعي حدون اورانگهڻ سان جهنم جو استحقاق ٿئي ٿو.

يقينًا ڪتابِ هذا جو مصنف هن دور جو حقاني عالم آهي جنهن پنهنجي سموري زندگي قرآن ۽ سنت جي تبليغ، علمِ دين جي اشاعت، فڪرِ آخرت ۽ اصلاحِ امت لاءِ وقف ڪندي اربي ڇڏي. جنهن جو تدريسي ۽ تقريري تجربو منهنجي عمر ڪانؒ بہ وڌيڪ آهي مان سندن تحرير، تقرير ۽ منظوم بيان ڪان گهڻو اڳ متاثر آهيان. سندن شاعري شريعت جي عين موافق آهي ڪٿي بہ ڪو شرعي تڪرار نظر نہ پيو اچي عوام الناس کي التجا ڪندس تہ اشعار جي انتخاب ۾ سندن ئي شاعريءَ مان استفادو ڪيو وڃي. چوتہ سنڌي زبان ۾ اهڙو شاعر ورلي ملندو.

الله عزوجل جي مهربانيءَ سان شاعرِ اهل سنت مفسر القرآن شيخ الحديث، شارح شمائل ترمذي حضرت علامہ مولانا مفتي محمد

ادريس ڏاهري مدظله جي نعتيه ۽ حمديه اشعار "مجموعة الاشعار" کي پڙهڻ جو موقعو مليو جنهن کي سرسري طور تي مطالعي ڪرڻ سان ڪافي ڪيف ۽ سُرور مليو، ٽيڪسٽ ايڊيٽنگ ۽ ڪمپوزنگ ۾ بہ بي پناهہ سليقو نظر آيو، ڏاڍي ساهہ کي سرهائي ٿي مطلب تہ ڪافي جاين تي مختلف سٽن کي پڙهندي طبيعت خوش ٿي وئي ۽ دل مان اها دعا سدا ٻڌجي نڪتي تہ شال الله عزوجل پنهنجي محبوب صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جي صدقي جماعتِ اهل سنت جي هن شعار اصلاح امت جي لاءِ جوت، جواني ۽ پيريءَ ۾ ڪوشان رهندڙ ڪتابِ هذا جي مصنف حضرت علامہ مفتي **محمد ادريس ڏاهري** صاحب جي اظهارِ عشق کي امر بڻائي ۽ هر اديب، خطيب، مقرر ۽ نعت خوان کي ان مان فيضياب ڪندو رهي.

اٰمِيْن بِجَاهِ النَّبِى الْاَمِيْن صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم

فقير **سيد فهيم احمد شاهہ راشدي** غفرله الاحد

مدرسہ جيلانيه قادريه لاڙڪاڻو

28 جمادي الثاني 1432 هہ

# تقريظ

شاعر و خطيب عاشق و اديب،
پير روشن ضمير حضرت علامہ مولانا
**محمد كرم الله الاهي** غفاري نقشبندي قادري مدظله العالي

اِنَّ الْحَمْدَ لِلّٰهِ نَحْمَدُهٗ وَنَسْتَعِيْنُهٗ وَنَسْتَهْدِيْهِ وَنَسْتَغْفِرُهٗ وَنَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنْ شُرُوْرِ اَنْفُسِنَا وَمِنْ سَيِّئَاتِ اَعْمَالِنَا مَنْ يَّهْدِهِ اللّٰهُ فَلَا مُضِلَّ لَهٗ وَمَنْ يُّضْلِلْهُ فَلَا هَادِيَ لَهٗ۝ وَاَشْهَدُ اَنْ لَّا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَاَشْهَدُ اَنَّ مُحَمَّدًا عَبْدُهٗ وَرَسُوْلُهٗ۝ اَللّٰهُمَّ عَلِّمْنَا مَا يَنْفَعُنَا وَانْفَعْنَا بِمَا عَلَّمْتَنَا وَارْزُقْنَا مِنْ كَرَمِكَ وَاِحْسَانِكَ يَا اَرْحَمَ الرّٰحِمِيْنَ اَللّٰهُمَّ اِنَّا نَعُوْذُبِكَ مِنْ عِلْمٍ لَّا يَنْفَعُ وَمِنْ قَلْبٍ لَّا يَخْشَعُ وَمِنْ عَيْنٍ لَّا تَدْمَعُ وَمِنْ دَعْوَةٍ لَّا يُسْتَجَابُ لَهَا وَبَعْدُ۝

شاعري الله عزوجل جي ذات آهي قدرت جي حسين سوغات آهي جيڪا ڪنهن سليم طبع، سنجيده فطرت ماڻهو کي ملندي آهي شاعر پنهنجيءَ شعر ۾ مَن جي جذبات جي ترجماني ڪندو آهي شاعري جي ذريعي نهايت مؤثر انداز ۾ ماڻهو پنهنجو پيغام ٻين تائين پهچائي سگهي ٿو ڇوته شعر دل کي ڇُهيندا آهن مَن جي ماڻار ۾ هڪ هلچل پيدا ڪندا آهن. شعر خفته دل ۽ روح کي بيدار ڪندا آهن اگر شعر قرآن ۽ سنت جي موافق هجن ته انهن جو چوڻ، ٻڌڻ ۽ پڙهڻ عبادت آهي شعر تبليغ دين جو ذريعو آهي.

هي ڪتاب لاجواب ٻه هڪ شعري مجموعو آهي جيڪو عصرِ حاضر جي هڪ علمي فڪري ۽ روحاني شخصيت علامة

الدهر پيرِ طريقت رهبرِ شريعت حضرت علامہ مخدومِ اهل سنت محمد ادريس زيد مجده جي زرين قلم جي سهڻي سوغات آهي.

مجلسن ۾ نعت خوانن واتان شعر شاعري ٻڌبي. رهجي ٿي پر عرصہء دراز کان ڪَنَ اهڙن غزلن ۽ ڪافين ۽ ڪلام ٻڌڻ لاءِ آتا هوندا هئا جيڪو ڪلام شريعت جي پيماني تي بہ پورو هجي ۽ عشق ۽ ادب سان بہ ڀرپور هجي. هڪ پيري جي ڳالهہ آهي تہ هڪ ماڻهو مجلس ۾ شعر پڙهيو:

"حضرت ايوب جي جسم ۾ ڪبوتر جيڏا ڪيڙا پيا هئا." معاذ الله ان شعر جي ٻُڌڻ سان منهنجا تہ لڱ ڏڪي ويا. ان کان پڇيم اهو ڪنهن جو شعر آهي؟ چيائين فلاڻي شاعر جو. ان شاعر کي گهرايم مون چيو هي روايت ڪٿان آندي اٿئي؟ چيائين بس اٿين ٻُڌي هيم سو شعر ۾ بيان ڪري ڇڏيم.

اهو حال آهي اڄ جي شاعرن جو. حضرت علامہ مخدومِ اهل سنت قبله سائين محمد ادريس مدظله جي شعرن ان اُڄ کي اجهايو آهي، ڇوتہ پاڻ محقق عالم ۽ مفسرِ قرآن آهن. سندن شعر شرعي معيار تي پورا آهن. وڏي ڳالهہ هي آهي جو سندن شعرن ۾ چاشني ۽ چس آهي جيڪا وري وري شعر ٻڌڻ تي آماده ڪري ٿي.

مخدومِ اهلسنت مفتي محمد ادريس مدظله العالي پنهنجي شعرن کي تبليغ دين ۽ اشاعتِ اسلام جو ذريعو بڻايو آهي. شعرن ۾ پاڻ عقائد اهلسنت جو تحفظ، اعمالِ صالحہ جي ترغيب، شخصيات جي بلا مُبالغي تعريف پيش ڪري شاعري جي دنيا ۾ هڪ سهڻي

طرح وڌي اٿن. مثلاً عقائد اهلسنت جي حقانيت جي ترجماني ڪندي هڪ شعر ۾ فرمائن ٿا:

| دنيا ۾ ڪئين عقيدا ٻڌجن پيا ٿا ليڪن |
|---|
| آ حق تي اهلسنت، منهنجو عقيدو آهي |

پنهنجي انڪساري ۽ عاجزي بيان ڪندي فرمائن ٿا:

| لڪين احسان ڪيا الله هن "ادريس" عاجز تي |
|---|
| ڀلائي ان جي آ نہ تہ آهيان بيڪار بدتر مان |

مالڪ ڪريم جي محبت ۾ ٻڏل سندن الفاظ ملاحظہ فرمايو:

| تو شرڪ ڪفر کان بچايو آ، هڪ پنهنجي در تي جهڪايو آ، |
|---|
| تون ئي معبود مٺو آهين، هن منهنجي دل مستاني جو |

سندن شعر جي سلاست ۽ رواني جو اندازو هن شعر مان لڳائي سگهجي ٿو جنهن ۾ پنهنجي اندر جي ڪيفيات کي حسين انداز ۾ هن طرح پيش ڪن ٿا :

| "ادريس" الله جو ذڪر ڪري، هر نعمت تي لک شڪر ڪري، |
|---|
| توحيد جي بحر ۾ ٻڙڪو ڏئي، ڪڍڪار ڪري پؤ تون ڪاهي |

امت جي اڪابرين پنهنجي شعرن جي ذريعي خفتہ ارواح کي بيدار ڪيو هيو. سُتل دلين کي سُجاڳ ڪيو هيو. مخدوم صاحب جا شعر بہ اسان جي سماج ۾ ساڳيو ئي ڪم ڪري رهيا آهن.

اسان جي اسلاف جي تاريخ ۾ ڏسجي ٿو تہ جتي تير ۽ تلوارون

اثر نہ ڪري سگهيون اتي انهن جي شعرن ماڻهن جي من جي دنيا کي متائي ڏيکاريو. انهن شعرن جي ذريعي دشمنن سان جهاد بہ ڪيو.

امام ترمذي رَحۡمَۃُاللّٰہِ تعالیٰ عَلَیۡہِ پنهنجي ڪتاب سنن ۽ شمائل ۾ هڪ روايت آندي آهي، ان حديث کي امام بزار بہ پنهنجي مسند ۾ آندو آهي. امام نسائي رَحۡمَۃُاللّٰہِ تعالیٰ عَلَیۡہِ بہ ان حديث کي آندو آهي تہ:

"حضرت انس بن مالڪ رضی اللہ تعالیٰ عنہ کان روايت آهي تہ جڏهن رسولِ اعظم صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم جن قضا ٿيل عمري جي ادائيگي جي لاءِ مڪه معظمه ۾ داخل ٿي رهيا هئا تہ عبدالله بن رواحہ رضی اللہ تعالیٰ عنہ رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم جي اڳيان هلي رهيو هو ۽ هي اشعار پڙهي رهيو هو:

خَلُّوْبَنِی الْکُفَّارِعَنْ سَبِیْلِهٖ، اَلْیَوْمَ نَضْرِبُکُمْ عَلٰی تَنْزِیْلِهٖ

ضَرْبًا یُّزِیْلُ الْهَامَ عَنْ مَقِیْلِهٖ، وَیُذْهِلُ الْخَلِیْلَ عَنْ خَلِیْلِهٖ

اي ڪافرن جي اولاد! رستي کان پري هٽي وڃو اڄ اسان اوهان کي رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم جي ڪتاب جي حڪم تي اهڙو مارينداسون جو توهان جا سر ڌڙ کان ڌار ٿي ويندا ۽ دوست کي دوست وساري ڇڏيندو.

حضرت عمر فاروقِ اعظم رضی اللہ تعالیٰ عنہ ان کي فرمايو تہ اي ابن رواحہ! رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم جي سامهون الله جي حرم بيت الله ۾ تون شعر ٿو پڙهين؟ سرورِ عالم صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم جن فرمايو اي عمر! ان

کي ڇڏي ڏي. اي عمر! ان جا شعر ڪافرن جي دلين ۾ توهان جي تيرن ۽ تلوارن کان وڌيڪ اثر ڪن.

معلوم ٿيو ته شاعري جهاد آهي. اهڙا شعر جنهن ۾ مضبوط الفاظ، محاوره ۽ قول استعمال ٿيل هجن، جيڪي جُرئتو ڏاهه ڏوهه کان آزاد، حق ۽ سچ لاءِ بي خوف و خطر چيل هجن. اهڙا اشعار هڪ عظيم جهاد آهن. جيئن حضرت ڪعب بن مالڪ رسول الله صلی الله تعالیٰ علیه وآله وسلم جن کي عرض ڪيو ته يارسول الله صلی الله تعالیٰ علیه وآله وسلم! الله عزوجل شعر جي مذمت ۾ آيت ڪريمه نازل فرمائي آهي يعني (وَالشُّعَرَاءُ يَتَّبِعُهُمُ الْغَاوُوْنَ) شعراء جي پيروي حق کان ڀٽڪيل ئي ڪندا آهن) ته رسول الله صلی الله تعالیٰ علیه وآله وسلم جن فرمايو:

"اِنَّ الْمُؤمِنَ يُجَاهِدُ بِسَيْفِهٖ وَلِسَانِهٖ وَالَّذِیْ نَفْسِیْ بِيَدِهٖ لَكَاَنَّمَا تَرْمُوْنَهُمْ بِهٖ نَضْحُ النَّبْلِ" (السنن الكبرىٰ البيهقي ج 10 ص 239، مسند احمد بن حنبل ج 6 ص 387)

بيشڪ مومن پنهنجو تلوار ۽ زبان سان جهاد ڪندو آهي قسم آهي ان ذات جو جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي ته توهان جو شعر پڙهڻ ڪافرن لاءِ تير لڳڻ جيان آهي.

قرآني آيت مطابق انهن شعراء جي پيروي ڪرڻ کان منع آيل آهي جيڪي حق ۽ سچ جي راهه کان ڀٽڪيل آهن. حديث طيبه مان اها به ڳالهه واضح آهي ته جهاد صرف تلوار سان وڙهڻ جو نالو نه آهي بلڪ جهاد ته زبان سان به ٿي سگهي ٿو ۽ رسول الله صلی الله تعالیٰ علیه وآله وسلم

جي تعريف ۾ شعر چوڻ سان ٻہ ٿي سگهي ٿو.

نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جي نعت جا شعر چوڻ نہ صرف جائز آهن بلڪ عين لساني جهاد آهن. پاڻ ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم حضرت حسان بن ثابت رضي الله تعالىٰ عنه کي منبر مبارڪ تي ويهاري حڪم ڏيندا هئا تہ حسان نعتيه اشعار پڙهہ تہ مان ٻڌان. سيده عائشہ صديقہ رضي الله تعالىٰ عنها کان روايت آهي چيائين تہ مون رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن کان ٻڌو پاڻ حضرت حسان کي فرمائيندا هئا تہ :

"اِنَّ رُوْحَ الْقُدُسِ لَايَزَالُ يُؤَيِّدُكَ مَانَافَحْتَ عَنِ اللهِ وَرَسُوْلِهٖ وَقَالَتْ سَمِعْتُ رَسُوْلَ اللهِ صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم يَقُوْلُ هَجَاهُمْ حَسَّانُ فَشَفٰى وَاشْتَفٰى"

(صحيح مسلم ج 7 ص 164, سنن ابي داؤد ج 4 ص 462)

روح القدس جبريل امين هميشہ تنهجي تائيد ڪندو آهي جڏهن تون الله ۽ ان جي رسول صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جي طرفان مقابلو ڪندو آهين. سيده عائشہ صديقہ رضي الله تعالىٰ عنها فرمايو تہ "مون رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن کان حسان لاءِ فرمائيندي ٻڌو تہ "حسان ڪافرن جي هجو ڪري پاڻ بہ شفاياب ٿيو ۽ مسلمانن کي بہ شفاياب ڪيائين."

مسجد نبوي ۾ منبر تي ويهي رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جي سامهون حضرت حسان بن ثابت رضي الله تعالىٰ عنه جو ڪافرن جي هجو ۾ شعر چوڻ ۽ رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جو ان کي خوش ٿي چوڻ تہ اي حسان! تون شفاياب ٿي وئين ظاهر ڪري ٿو تہ الله عزوجل ۽ ان جي رسول صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جي شان اقدس ۾ اشعار پڙهڻ نہ صرف پسنديده

عمل آهي بلڪ هڪ عملي جهاد آهي ۽ ڪفار ۽ اعداء اسلام لاءِ تيرن تلوارن وانگر آهي.

## اشعار پڙهڻ تي خوشي جو اظهار:

معلمِ ڪائنات فخرِ موجودات صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جي سامهون صحابہ ڪرام اڪثر اشعار پڙهندا هئا. سندن تعريف ۾ قصيدا لکندا ۽ چوندا هئا. ڪڏهن ائين بہ ٿيندو هيو تہ صحابہ ڪرام جي قصيدن جي شعرن جو تعداد سؤ کان بہ وڌي ويندو هيو پر پاڻ ٻُڌندا رهندا هئا ۽ انهن کي دعائون ڏيندا رهندا هئا. ائين بہ ٿيندو هيو جو پنهنجي ثناگرن کي پنهنجي چادر مبارڪ پهرائيندا هئا. جيئن حضرت ڪعب بن زهير رضى الله تعالىٰ عنه جي قصيدي "بانت سعاد" واري روايت ۾ آهي تہ :

جڏهن حضرت ڪعب بن زهير رضى الله تعالىٰ عنه مسلمان ٿي مدينه طيبه ۾ بارگاهِ اقدس ۾ حاضر ٿيو تہ عرض ڪيائين تہ "يا رسول الله! مان ڪعب بن زهير آهيان" پاڻ ان کي پناهہ ڏنائون ۽ ان سندن احسان کي مڃيندي مذڪور قصيدو پيش ڪيو جنهن ۾ جڏهن هي شعر پڙهيائين:

"اِنَّ الرَّسُوْلَ لَنُوْرٌ يُّسْتَضَاءُ بِهٖ، مُهَنَّدٌ مِّنْ سُيُوْفِ اللهِ مَسْلُوْلٌ"

بيشڪ رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم نور آهن جنهن کان روشني ورتي ويندي آهي ۽ الله عزوجل جي بي مياڻ تلوارن منجهان تلوار آهن .جڏهن اهو شعر پڙهيائين تہ : پاڻ ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم گهڻو خوش ٿيا ۽

پنهنجي چادر مبارڪ جيڪا ڪين ويڙهيل هئي سا حضرت ڪعب کي بطور انعام ڏنائون.

حضرت امير معاويہ رضي الله تعالىٰ عنه ان چادر لاءِ ڪيس ڏهہ هزار درهمن جي آڇ ڪئي پر حضرت ڪعب حبيب ڪبريا صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جي چادر کي پئسن تي ڏيڻ کان انڪار ڪيو. حضرت ڪعب رضي الله تعالىٰ عنه جي وفات بعد حضرت معاويہ رضي الله تعالىٰ عنه ويهہ هزار درهمن جي عيوض اها چادر مبارڪ ورتي. حضرت عاصم رضي الله تعالىٰ عنه فرمايو تہ اها چادر مبارڪ جيڪو بہ اموي خليفو ٿيندو هو ان کي پهرائي ويندي هئي.

مخدومِ اهل سنت حضرت علامہ محمد ادريس مدظله بہ نعتيہ شاعري جو هي دفتر جوڙي يقينًا حبيبن ڪريمن صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم کي روضہء اطهر ۾ راضي ڪيو آهي. الله ڪريم سندس درجات کي مزيد بلند فرمائي. سندس علم ۽ عمل ۾ برڪتون عطا فرمائي. سندن اولاد کي اکين جي ٺڏاڻ ۽ دل جو سرور بنائي.

اٰمِيْن يَا رَبَّ الْعٰلَمِيْنَ

فقير ناچيز ڪرم الله
دربار فضل آباد شريف ماتلي
15 جمادى الثاني 1432 ھ

# منظوم تقريظ

## "مخدوم اهل سنت" سان محبت جو اظهار

از: خطيب خوش بيان جناب مولوي
**ڪريم بخش مشوري** قاسمي مدظله
(خطيب جامع مسجد ٻچيري ضلع نوابشاهه)

علامه ڏاهري وارو سچو ڪردار آ وهوا
سندن تدريس ۽ تقرير ۽ گفتار آ وهوا



لکيئين قرآن جو تفسير جنهن جو هر اکر سهڻو
سندي ٻولي پياريءَ ۾ ٿيو نروار آ وهوا



سندس صورت ۽ سيرت ڏس شريعت سان ٺهڪي ٿي
سيوطي سنڌ ۾ عطا ڪيو هي پالڻهار آ وهوا



ڀهراڙيءَ ۾ اڪيلو آ جميعت ناهي پر پوءِ به
لکيل پنجاهه ڪتابن جو ڏسو انبار آ وهوا



خدا خضري حياتي ڏني انهيءَ مرد مجاهد کي
ڏسي حضرت سندي محنت ٺريو وار وار آ وهوا



علم سان ڪڏ اگر تون باعمل عالم ڏسڻ چاهين
سندس شاهپور جهانيان ۾ تون ڪر ديدار آ وهوا

★

مفسر آ محدث آ مفکر آ مدبر آ
سيئي خوبيون اهي جنهن ۾ سو دل جو ٺار آ وهوا

★

معرفت ۽ حقيقت ۽ طريقت جو ٻه ماهر آ
ڏٺي ذاتي ذکر ٺاريندو دل دلدار آ وهوا

★

خطيب اهل سنت آ مناظر ۽ بهادر آ
قلم (کريم بخش) چئي جنهنجو وڏو هٽيار آ وهوا

★

فقير کريم بخش مشوري قاسمي
بچيري ضلعو نوابشاهه

# تقريظ

مولانا غلام مصطفیٰ ٻگهيو صاحب
(فاضل ايم اي عربيڪ ۽ اسلاميات مورو سنڌ)

نحمدهٗ ونصلي ونسلم علىٰ رسوله الكريم

امابعد.

نبي ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم جي مبارڪ زماني ۾ ۽ ان کان پهريان شعر و شاعري عام هئي، اهڙا ماڻهون بلڪل گهٽ هئا جيڪي ان جو ذوق نہ رکندا هجن، شعر شاعري ادبي ذوق و شوق عرب جو مشغلو هو. عربي ٻولي جي اعلىٰ ۽ اتم درجي جي فصاحت ۽ پاڪيزگي عربن کي وڏي درجي تي پهچايو هو. اهي قوت ڪلامئي جي خمار ۾ غير عرب کي گونگو سمجهندا هئا. ڪجهہ صحابہ ڪرام شعر و شاعري جي باري ۾ نبي ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم کان دريافت فرمايو تہ ڇا شعر و شاعري مطلقًا قابلِ مذمت آهي، تہ پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ ائين ناهي، جيڪڏهن شعر جو مضمون سٺو آهي تہ سٺو آهي جيڪڏهن بُرو آهي تہ بُرو آهي.

”هُوَ كَلَامٌ فَحَسَنُهٗ حَسَنٌ وَقَبِيْحَهٗ قَبِيْحٌ“ (دار قطني) ۽ ڪنهن موقعي تي پاڻ

ارشاد فرمايائون تہ ”اِنَّ مِنَ الشِّعْرِ حِكْمَةً“ بعض اشعار تہ حڪيمانہ هوندا

هن. (صحيح بخاري شريف)

"مشڪواة شريف" ۾ روايت آهي ته نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن هڪ سفر ۾ پنهنجي صحابي کي فرمايو:

"هل معك من شعر امية بن الصلت شيءُ قلت نعم، ثم انشدته مائة بيت" ڇا تو ڪي امية بن الصلت جو ڪو شعر ياد آهي؟ صحابي عرض ڪيو ته هائو، پاڻ فرمايائون ته ٻڌاءِ! مون هڪ سئو شعر پڙهي ٻڌايا.

لبيد جاهليت جي دور جو مشهور ۽ مقبول شاعر هو ان لاءِ نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم فرمايو ته:

"اصدق كلمة قالها الشاعر كلمة لبيد الا كل شيءٍ ما خلا الله باطل" خبردار! الله عزوجل کان سواءِ هر شيءِ فاني آهي. (بخاري و مسلم)

سنڌ جي سرزمين باب الاسلام آهي بر صغير ۾ وادي سنڌ اهو سعادتمند خطو آهي جنهن کي سڀ کان پهريان اسلام جي عطا ٿيڻ سان باب الاسلام جو لقب مليو، جڏهن عرب مسلمان فاتح هتي پهتا ته عربي ٻولي به پاڻ سان گڏ کنيو آيا ۽ سنڌي ٻولي عربيءَ مان اثر وٺي هڪ نئين روپ ۾ نمودار ٿي.

هتي ٿوري عرصي ۾ وڏا وڏا محدث، محقق عالم، اديب، عارف ۽ شاعر پيدا ٿيا. قديم دور کي ڇڏي اڄ کان مٿي ويجهي دور ۾ قاضي قاضن، شاهه عبدالڪريم بُلڙي وارو، شاهه عنايت حسين جهوڪ وارو، شاهه عبداللطيف ڀٽائي، خواجه محمد زمان لنواري شريف ۽ حضرت سچل سرمست فاروقي رحمهم الله تعالىٰ قابلِ ذڪر آهن.

پيشِ نظر ڪتاب مجموعة الاشعار (حصو پيو) واديءِ مهراڻ جي عظيم شخصيت، عظيم مفڪر، مفسرِ قرآن، عالمِ باعمل، اسلام جي عظيم مبلغ پير، روشن ضمير حضرت علامه مولانا مفتي محمد ادريس ڏاهري صاحب جن جي ڪاوش آهي، سائين جن مشهور محقق، مفسر، عظيم مبلغ، مصنف مختلف ڪتبِ ڪثير هجڻ سان گڏ بهترين شاعر پڻ آهن. نعتيه ڪلام اصل ۾ اهڙي ڪلام جو نالو آهي جنهن ۾ ذتي تعالیٰ جي حمد سان گڏ اڙين جي آدار ولهين جي واهر مديني واري مير صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جي واڪاڻ ڪئي وڃي، محبوب ڪريم رؤف رحيم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جي فراق ۾ هنجون هاريندي سڪ ۽ سوز مان بي اختياري جي عالم ۾ سَڏڙا ڪجن.

مذڪور ڪتاب ۾ حمدِ باري تعالیٰ، نعت رسولِ مقبول صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم صحابه ڪرام اهل بيت عظام، خصوصًا چئن يارن، پنج تن پاڪ، حضور غوث الاعظم جي شان ۾ ۽ مولانا صاحب پنهنجي مرشدن، استادن ۽ مختلف درگاهن جي فياض بزرگن جي شان ۾ منقبتون لکيون آهن. علامه مفتي ڏاهري صاحب پنهنجي مذهبِ حق اهل سنت وجماعت جي پڻ ترجماني ڪئي آهي، شعر ۾ موضوع جو انتخاب موضوع تي نظر جيئن ڪوبه پهلو رهجي نه وڃي سندن ڪلام جي طرز تڪي وٽندڙ وزن بحر جو خيال ۽ سندن شعر ثقل ڪان پاڪ آهي. سندن محنت قابل قدر قابلِ رشڪ ۽ مفيد عام آهي. الله عزوجل سائين جن جي هن ڪتاب ڪي پين

تصنيفات وانگي عوام ۽ خواص لاءِ مفيد فرمائي ۽ پنهنجي درباهِ اقدس ۾ شرفِ قبوليت فرمائي.

آمين بجاه النبی الامين صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم

فقير غلام مصطفیٰ پکهيو

مورو سنڌ




”دل زندهہ رکڻ جي لاءِ بهترين ڪتابن جو مطالعو ضروري آهي.“

(امام غزالي رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ)

”جدوجهد نہ ڪرڻ محتاجيءَ جو باعث آهي“

(حڪيم لقمان)

اٰمَنَ الرَّسُوْلُ بِمَا اُنْزِلَ اِلَيْهِ مِنْ رَّبِّهٖ وَالْمُؤْمِنُوْنَ كُلٌّ

اٰمَنَ بِاللّٰهِ وَمَلٰئِكَتِهٖ وَكُتُبِهٖ وَرُسُلِهٖ (سورة البقره)



# توحيد

ٽَڪُ : مالڪ مٺي جي وحدت...منهنجو عقيدو آهي
ڪل شيء تي ان جي قدرت ... منهنجو عقيدو آهي



نڪي پاڻ ڪنهن مان ڄائو، ڄڻيو نہ ڪنهن کي ان آ
آ پاڪ کان ولادت...منهنجو عقيدو آهي



ان جي ئي هٿ ۾ آهي، جنهن تي ڪرم ڪري ٿو
ڏي ٿو اهو ئي نعمت...منهنجو عقيدو آهي



ان جي آ ٻاجهہ ٻانهن تي بي حساب بيحد
اڻ ڪٿ آ ان جي شفقت ... منهنجو عقيدو آهي



بخشي تہ دير ناهي ان جي ڪرم جي آڏو
جنهن کي گهري ڏي جنت ... منهنجو عقيدو آهي



مخلوق تي مهربان، رازق آ رزق ڏيندڙ
ان جي وڏي آ رحمت ... منهنجو عقيدو آهي



ماري ٿو جوان ڪيرو، جياري هزار جڏڙا
جيڪا سندس مشيئت ... منهنجو عقيدو آهي



تقدير ۾ ڪري جي تبديل ان جي مرضي
قادر جي هٿ آ قسمت... منهنجو عقيدو آهي

★

دنيا تي ڪئين عقيدا ٻڌجن پيا ٿا ليڪن
آ حق تي اهلسنت ... منهنجو عقيدو آهي

★

"ادريس" هڪ خدا آ ان جو شريڪ ڪونهي
توحيد آ حقيقت ... منهنجو عقيدو آهي




فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم :

"جيڪو مون تي جمعي جي ڏينهن درود شريف پڙهندو آءُ قيامت جي ڏينهن ان جي شفاعت ڪندس."

# ملائڪن تي ايمان

ٿلهه : مخلوق نور جي هَن الله جا ملائڪ
نوري سنبدن حقيقت ـ منهنجو عقيدو آهي



جبرئيل سڀن جو آ سردار رب بڻايو
اعلىٰ سندس آ عزت ـ منهنجو عقيدو آهي



ٽي ٻيا ٻہ هَن مقرب مشهور اُنَ نالا
تن کي عطا ٿي عظمت ـ منهنجو عقيدو آهي



ڪيو ساهہ ڪڍڻ جي لاءِ عزرائيل رب مقرر
قادر ڏنيس هي قوت ـ منهنجو عقيدو آهي



برسات لاءِ مالڪ ميڪائيل کي رکيو آ
ٿو وسائي رب جي رحمت ـ منهنجو عقيدو آهي



آ صور کي سنڀاليو اسرافيل امر رب سان
حق جي آ ان ۾ حڪمت ـ منهنجو عقيدو آهي



انسان جي عمل لاءِ ڪاتب آهن ڪلهن تي
سهڻا ۽ خوبصورت ـ منهنجو عقيدو آهي



مالڪ ملائڪن تي ڪئي مهرباني بيحد
آ عجيب تن جي خلقت ـ منهنجو عقيدو آهي

"ادريس" آهن اڻ ڪٿ الله جا ملائڪ
سڀ صاحب فضيلت ـ منهنجو عقيدو آهي

## ڪتابن تي ايمان

قادر ڪرم سان جيڪي لاٿا ڪتاب پنهنجا
تن جي ٻ ٿي تلاوت ـ منهنجو عقيدو آهي



تورات ۽ انجيل ـ زبور ۽ صحيفا
هئي سڀن ۾ هدايت ـ منهنجو عقيدو آهي



ان وقت جي امت ڪئي تحريف جڏهن تن ۾
ٿيا خوار ملين ذلت ـ منهنجو عقيدو آهي



آخر قرآن آيو جنهن نسخ ڪيو سڀن ڪي
ان ڪي ملي آ عظمت ـ منهنجو عقيدو آهي



"ادريس" مصطفیٰ جو هر حڪم رک اکين تي
ٿي مظهر محبت ـ منهنجو عقيدو آهي

فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم :
"ان شخص جو نڪ مٽيءَ ۾ ملي وڃي جنهن وٽ منهنجو ذڪر ٿئي ۽ اهو مون تي درود شريف نه پڙهي."

# نبوت ۽ رسالت تي ايمان

مخلوق کي سڌارڻ لاءِ انبياء آيا
برحق سندن نبوت، منهنجو عقيدو آ



آدم کان ابتدا ٿي محبوب تي پڄاڻي
ان تي ختم رسالت، منهنجو عقيدو آ



صورت ۾ سيئي سهڻا پاڪباز پيارا
آهي انهن جي عظمت، منهنجو عقيدو آ



ڪو عيب ڪونه تن ۾ برتر سيئي پلارا
معصوم تن جي فطرت، منهنجو عقيدو آ



بيٺا هئا سڀ صفن ۾ اڳواڻ مصطفيٰ هو
اقصيٰ ۾ ڪيئين امامت، منهنجو عقيدو آ



الفت انهن سان جن کي "ادريس" آ اندر ۾
ملندي تنين معيَّت. منهنجو عقيدو آ

فرمانِ مصطفيٰ صلى الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم :
"توهان جتي به هجو مون تي درود شريف پڙهو توهان جو درود مون تائين پهچندو آهي."

# قيامت تي ايمان

پڪ آهي ايندي قيامت۔ منهنجو عقيدو آ
آ يقين ٿيندي قيامت ۔ منهنجو عقيدو آ



قبرن مان سڀئي اٿندا، الله جي امر سان
لڪندي نہ ڪنهن جي لياقت۔ منهنجو عقيدو آ



سڀني جا عمل لکيل ايندا اکين جي آڏو
سڀني کي هوندي حيرت ۔ منهنجو عقيدو آ



قهرِ خدا جا ڪڙڪا ٻڌندا سڀئي ڪنن سان
هوندي سڀن کي هيبت۔ منهنجو عقيدو آ



جنت جا در نہ کوليندو مصطفیٰ سواءِ ٻيو
ان جي آ حق شفاعت ۔ منهنجو عقيدو آ



ميزان وٽ ٻہ امت سان گڏ حبيب هوندو
هر جاءِ ڪندو حمايت ۔ منهنجو عقيدو آ



ڪوثر جو آب آهي آقا جي امتين لاءِ
بيحد آ ان ۾ برڪت ۔ منهنجو عقيدو آ





ڪوجهن، ڪنن ڪي پل تان ڪندو پار سهڻو سيد
ڏيندو فضل، ملندي فرحت ـ منهنجو عقيدو آ



"ادريس" عربي صدقي عاصين اهڙن جي
ڏيندي معاف هر مَعصيت ـ منهنجو عقيدو آ




فرمانِ مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم :

"مون تي درود شريف جي ڪثرت ڪريو بيشڪ هي توهان جي لاءِ طهارت (يعني پاڪائي) آهي".

# تقدير تي ايمان

تقدير حق آ جيڪو قادر قلم وهايو
ان ڪان ڪبي نہ نفرت ۔ منهنجو عقيدو آ



اولهہ پچين يا اوپر ٽيندو صرف اهو جو
مالڪ جي آ مشيت ۔ منهنجو عقيدو آ



محفوظ لوح ۾ جي ڏک سک خدا لکايا
مقرر آ تن جي مدت ۔ منهنجو عقيدو آ



"ادريس" رب جي مرضي مختيار آ سو مالڪ
ذلت ڏئي يا عزت ۔ منهنجو عقيدو آ



فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم :
"جنهن وٽ منهنجو ذڪر ٿئي ۽ اهو مون تي درود شريف نہ پڙهي تہ ماڻهن مان اهو ڪنجوس ترين شخص آهي."

# توحيد جي متعلق (1)

طرز: جي عاشق آهين تہ ڪن ڪولي ٻُڌ شان حبيب جي پچڙن جو



ٺلهہ: الله وحده واحد آ ان جو نہ ڪو ثاني شريڪ آهي
مضبوط حڪومت ڪنهن جي بہ آ ڊاهڻ تي اچي هڪدم ڊاهي



فلڪي ملڪي مخلوق ڏسو۔۔۔هيءَ ڳري هلڪي مخلوق ڏسو
هر شيءِ کي ان آ وجود ڏنو۔ غمگينن جا ٽوغم لاهي



ان عرش برين ۽ لوح قلم۔۔۔ڪُن چئي جوڙيا هر دو عالم
جنت ۽ جهنم جوڙيائين ٻي شيءِ ان جي اڳيان ڇاهي



بي پرواهي ڏسي هنياء ڏڪي، ڏسي رحمت هر ڪو ٻوڙي ٻڪي
راضي جنهن تي بہ ٿئي تو ان جا بگڙيل ڪم نُهہ پهہ ٺاهي



”ادريس“ الله جو ذڪر ڪري، هر نعمت تي لک شڪر ڪري
توحيد جي بحر ۾ پڙڪو ڏئي ڪُذڪار ڪري ڀُو تون ڪاهي

فرمانِ مصطفٰی صلی اللہ تعالٰی علیہ والہٖ وسلم:
”جيڪو شخص وڏن جي تعظيم ۽ ننڍن تي شفقت نہ ڪندو اهو منهنجي امت مان ناهي.“

# توحيد جي متعلق (2)

ٽلهه: اسان جو رب وحده لا شريڪ له اڪيلو آ
جنهين جوڙي جهان سڄو مچايو واهه ميلو آ



انهيءَ پيدا ڪيو جنت جهنم عرش ڪرسي ڪي
مڪر دهريو انڌو شيطان جو چمچو ۽ چيلو آ



نه مَٽُ ۽ مِٽُ سندس ڪو آ نه ثاني ۽ شريڪ سندس
مگر مشرڪ ۽ ڪافر جي گهرڻ ۾ چو واويلو آ



اهو خلاق خَلق سندو اهو مالڪ آهر شي جو
آهي رزاق روزي ريءَ نه پيو ڪنهن ڪي ٻه ويلو آ



ٻين جا در ڪڏهن بند، پر خدا جا در سدا کليل
نه چوندو دير سان آئين وقت ٿي ويو اويلو آ



پنهنجي مخلوق لاءِ مالڪ بهاري ڪني آ باغن ۾
فروٽ ڀلا سيني پر ڳهڻ ۾ آسان ڪيلو آ



انهيءَ سبزيون سوين خلقيون کائو ۽ خوش رهو ٻانها
چماٽا بصر دال ڀلي ڪڙو ڏاڍو ڪريلو آ



انهيءَ ڪيا ڏاند، پاڏا هرڻ ڦاڙها ۽ دنبا پيدا
ڀلو گوشت سين جو پر چڪيندو دل ڪي ڇيلو آ



اهو معبود آ "ادريس" هڪ ان جي عبادت ڪر
اهو ئي نعمتون پهچائيندو ساجهر سويلو آ



## امام اعظم ابو حنيفہ رَحۡمَةُ اللّٰهِ تعالٰى عَلَيۡهِ جون وصيتون

"جنهن شيءِ جي ڄاڻ جي تو کي ضرورت هجي ان جي ڄاڻ کان جاهل نہ رهجان، پنهنجي ذات کان ٻين کي انصاف ڏيارجان بغير ڪنهن مجبوريءَ جي ڪنهن کان پنهنجي ذات جي لاءِ انصاف جو مطالبو نہ ڪجانءِ، فضول فڪرن کان پاڻ کي بچائجانءِ، ماڻهن جي شر کان بچجان، پنهنجي معاملات ۾ نيت چڱي رکجان."

# حمد باري تعاليٰ

ٽلهه : خالق سڀن جو تون خدا، تنهنجو شان جل جلاله
مالڪ مڙن جو تون مٺا. تنهنجو شان جل جلاله



تنهنجي قدرت ۽ قوت جو ڪو ڪنارو ڪو نہ آ
نہ ڪا ابتدا نہ ڪا انتها. تنهنجو شان جل جلاله



ازل کان تون ابد تائين پيا سڀئي ٿيندا فنا
آ ذات تنهنجيءَ کي بقا. تنهنجو شان جل جلاله



تون اول آخر ۽ ظاهر تون ئي باري بي نياز
تنهنجي ذات بي پرواهہ آ، تنهنجو شان جل جلاله



جن ۽ انسان سڀ حيوان ٿا تعريف ڪن
حجر و شجر ڪن حمد ٿا. تنهنجو شان جل جلاله



تو ڪئي مخلوق جي روزي رزق پنهنجي ذمي
خوش ٿي سڀ ئي کائن پيا. تنهنجو شان جل جلاله



"ڏاهري ادريس" تنهنجو حمد تو هر هر ڪري
مقبول ان جي ڪر دعا. تنهنجو شان جل جلاله

# هر هر حمد

ٿلهه : پنهنجي پرور پياري جو ڪيان ٿا حمد هر هر مان
انهيءَ جو در ڇڏي ڪاوان ڌڪا ڇو ٻين جي در مان



اهو خالق، اهو مالڪ، اهو رازق جهانن جو
انهيءَ جو گهر ڇڏي ڳوليان دنيا تي ڪهڙو ٻيو در مان



اهو مقصود ۽ معبود ۽ مسجود منهنجو آ
ڪري سجدا ٻين کي ڇو وڃايان پنهنجو محشر مان



انهيءَ ئي مَني جي نطفي منجهان پيدا ڪيو انسان
اهو ئي آهي رب منهنجو مڃيان ٿو ان کي پروَر مان



حبيب ڪريم جو در در حقيقت انهيءَ جو در آ
ڪيان تسليم ٿو ان کي مهربانيءَ جو مظهر مان



نبين جو صحابن جو امامن جو ولين جو
اهو محسن آهي مالڪ ڪيان ٿو ڳالهه اظهر مان



لڪين احسان ڪيا الله هن "ادريس" عاجز تي
ڀلائي ان جي آ نہ تہ آهيان بيڪار بدتر مان

# الله جو شڪر

طرز: محبوب مٺا مان تنهنجو ها

ٿلهه : هر وار زبان ڪري ڪر تون شڪرانہ الله تعالیٰ جو
آ لکڻ ڪان ۽ ڳائڻ ڪان ڳرو احسان الله تعالیٰ جو



جنهن مَني جي قطري مان توکي انسان بنايو آ پائو
آ مناسب هر دم حمد ڪري انسان الله تعالیٰ جو



ڪن ٻڌڻ جي لاءِ اک ڏسڻ جي لاءِ ۽ زبان آ ٻولي ٻڌائڻ لاءِ
ڪيئن ٿاهيَئين تون پڙهہ پيار منجهان قرآن الله تعالیٰ جو



هٿ پير ڏني آ بچايو محتاجي ڪان توکي پاڪ خدا
ڳائي پيو ڳاءِ سدا سهڻا تون شان الله تعالیٰ جو



ننگ نياڻيون پٽ پيارا بخشي تو تي ڪرم ڪريم ڪيا ڪيڏا
جيءُ جيءُ چئي مومن مڃ هر هڪ فرمان الله تعالیٰ جو



دنيا ۽ دولت مال ۽ ملڪيت توکي اُن مالڪ آ ڏنو
ڪر ان جو قدر بي قدر نہ ٿي نادان الله تعالیٰ جو



"ادريس" ڪئين ارشاد آهن قرآن ڪريم ۾ شڪر جي لاءِ
شاڪر ذاڪر ٿيندو جنت ۾ مهمان الله تعالیٰ جو

# اسم ذات جي ذڪر جي شان ۾

ٿلھ : تنھنجو اسم آ دل جي دردن جي دوا، مالڪ مٺا
معبود تون معبود ٻيو ناهي تو سوا.........

★

ازل کان تون تا ابد، بي مثل آهين بي مثال
ماءُ پيءُ ۽ اولاد ، تولاءِ نا روا .........

★

تنھنجو ثاني ۽ مثل، تنھنجي برابر ڪونه آ
ٻيا سڀ فنا ٿيندا ۽ هوندين تون سدا.........

★

تو ڪري پيدا نه ڪنهن کي ڇڏيو هيئن بيڪار آ
تو رهبري لاءِ موڪليا سڀ انبياء .........

★

جنهن به اسم ذات تنھنجي کي ڏني جاءِ جيءُ ۾
ان جي اندر مان دک درد سڀ دور ٿيا.........

★

قلب تي قبضو ڪري شيطان سرڪش ٿو رهي
تنھنجي ذڪر سان ان جا پنجي پير ويا.........

★

تنھنجي ذات ڪريم آ، تون آهين باري بي نياز
"ادريس" عاصي عبد جي ٻڌ التجا .........



# الله جو شڪر

ٿلهہ : ڳائي ڇا شڪر ڳايان منڙا، مالڪ تنهنجي مهربانيءَ جو
احسان ڪري ڪيو تو آ عطا، اعزاز مٺا مسلمانيءَ جو



توحيد عقيدو پاڪ مليو، عمده اعلىٰ اخلاق مليو
تنهنجي ثي ثنا مفهوم آهي هر هڪ آيت قرآنيءَ جو



تو شرڪ ڪفر کان بچايو آ هڪ پنهنجي در تي جهڪايو آ
تون ئي معبود مٺو آهين هن منهنجي دل مستاني جو



تو دين پنهنجي جو، فڪر ڏنو انعام تي پنهنجو شڪر ڏنو
تنهنجو ذڪر سدا آ دارو دوا دل درد پري ديواني جو



ڪوبہ پير فقير خدا ناهي تون خدا تنهنجو شان جُدا آهي
هي سبق سدائين رهيو سچي سردار نبي نورانيءَ جو



آهين خلق سموريءَ جو خالق، مخلوق سڄيءَ جو تون مالڪ
سيني کي تو رازق روزي تون ڏين واهہ نظام تنهنجي مهمانيءَ جو



"ادريس" جو عرض الله مٺا، مچ ڏاهريءَ جا ڏک لاهہ مٺا
گهري دعا مسڪين وسيلو وٺي لجپال نبي لاثاني جو



# ڪريم سائين

طرز: ڪڏهن تہ مولا يعقوب يوسف ڪٿي بہ تون ٿي خدا ڪرين ٿو



ٿلهہ: حساب ڪان وڌ رحم آ تنهنجو ڪرم اي قادر ڪريم سائين
برايون بديون ڏسي بہ سيني کي رزق روزي پيو رسائين



مَني جي قطري منجهان ڪيو تو عجيب انسان آهي پيدا
امڙ اندر آ تڏهين بہ ان کي روزي ٿو پرور مٺا پچائين



ڪروڙين اربين ڪيا تو پيدا ڪئين جانور جيت جڏڙا مولا
ننڍي وڏي جي مٺا اي مالڪ لهين پيو سار تون سدائين



وسائي برسات برپٽن مان ڪڍيا سلا تو ڪئين ساوا سهڻا
ڪئين قسم جا اناج آئي ٿو خلق کي يا خدا کارائين



عجيب قدرت آ تنهنجي قادر جڏا جياري ٿو جوان مارين
نظام تنهنجو آهي نرالو سڪهيو نہ سمجهي آڪو اڄ تائين



نبي ولي سڀ تو خلقيا خالق تو ٿي نوازيو آهي انهن کي
ملائڪن کان تون سهڻي آدم کي سجدا سائين پيو ڪرائين



جا ڪئڪ داڻو، جا سهڻو آدم جنت مان لاهي دنيا تي آندءِ
جدا ڪري ان کان ان جي گهرواري پاڪ رب پيو پري رهائين



هدايتن لاءِ هزار انبياء دنيا تي تو موڪليا اي مالڪ
انهن جي صدقي برن ۽ ٻچڙن کي باهہ دوزخ کان پيو بچائين



آ ڏاهري کي ڏکن وڪوڙيو ستائي ڪر تون حبيب صدقي
هي عرض "ادريس" جا لطف ساڻ شال الله تون اگهائين

# صلاة و سلام

ٽلھہ : اسان جا آقا اسان جا دلبر صلواة اوهان تي سلام اوهان تي
چوي ٿي دل هيئن پڙهون پيا هر هر---



"صَلُّوْا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوْا" آ امر الاهي مومنن لاء
پڑهن ملائک ٿا کهوٹ گوهر---------



اوهان خدا جا حبيب آهيو، اوهان ني اعلىٰ عجيب آهيو
سپني نبين جا سائين سروَر ---------



آ نور خالص جسم اوهان جو، منو محمد اسم اوهان جو
اوهان ني آهيو منا منوّر ---------



درود سان دل ٺري پوي ٿي، شمع عشق جي ٻري پوي ٿي
سين سندا رهنما ۽ رهبر---------



اوهان جو عشق آ جنهن کي آقا، درود وٺندو آ تنهن کي آقا
انهيء سان رکندو آ پيار پرور ------



سلام سان پيار جنهن جو آهي ٻيڑو ٺيو پار تنهنجو آهي
کٺيل قلب ۽ اندر جا اوجر ------



حشر ۾ جت ڪير ڪين ڪڇندو، اتي اوهانجو پيو هرڪو پڇندو
سڳهو رسو اڄ شفيع محشر ..............



ادب سان "ادريس" آهي طالب، جهولي جهلي بيٺو آهي طالب
وڏي ڏيو وند ڪريو واهر..............




فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم :
"نماز دين جو ٿنڀو آهي"، "نماز دل جي روشني آهي"،"نماز مؤمن جو معراج آهي"،"نماز منهنجي اکين جي ٺار آهي".




فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم :
"جنهن وٽ منهنجو ذڪر ٿئي ۽ اهو مون تي درود شريف نہ پڙهي تہ ان جفا ڪئي".

# صلاة وسلام جي ترغيب

ٹلھ : جي آهين سچو غلام تون پڙهه صلواة ۽ سلام تون



هيئن پڙهيو قرآن ۾ آ مون، امر "صَلُّوْا وَسَلِّمُوْا"
نياز ڪر چمي هي نام تون ..........



دل سان جو پڙهي درود تو نيٺ ڏسندو مصطفیٰ ڪي سو
ورد رک هي جاني جام تون..........



هر نماز ۾ درود آ، خود سلام جو وجود آ
پڙهه پرين ۽ سندو پيغام تون ..........



موڪلي صلواة خود خدا، ملڪ جن پڙهن سڀ سدا
وٺ عجيب هي انعام تون ..........



پڙهندين جي صلواة پاڪ تون، ٿيندي هر مرض کان چاڪ تون
ڪر نبي جو ذڪر عام تون...



سڪ مان پڙهه صلواة پيو گهڻي دور درد سڀ ڪندؤ ٽٽي
پيو پڪار صبح شام تون ..........



ڏاهري ۽ جو چوڻ ڪري، ٿي درود کان نه پل پري
سهڻو سمجهه هي نظام تون ..........



عشق "ادريس" رکيو جنهن، بند نه ڪيو درود ان ڪڏهن
مچ حضور ڪي امام تون..........

# مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہ وسلم جي شفاعت

ٽلهه: هر مومن لاءِ برحق سهڻي جي شفاعت آ
منڪر جو شفاعت جو سو نياڳو نهايت آ



"مَنْ ذَالَّذِیْ یَشْفَعُ" فرمان خدا جو آ
"اِلَّا بِاِذْنِهٖ" سان ثابت هيءَ سعادت آ



اصحابي پڇيو آقاﷺ قيامت ۾ ڪٿي ملندؤ
ديدار تنهنجو دلبر هي نرالي نعمت آ



ميزان تي يا پل تي يا ڪوثر تي ملندس
ڪيڏي نہ حبيبن کي مومن سان محبت آ



سردار شفاعت جو در بند ٽيل کوليندو
هر جاءِ تي هيڻن سان هاديءَ جي حمايت آ



"ادريس" شڪر ڪر جو آقا مليو اهڙو
امت لاءِ روئي جنهن ڪٿي حاصل راحت آ



فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہ وسلم :
"جنهن مون تي درود شريف پڙهڻ وساري ڇڏيو اهو جنت جو رستو ڀلجي ويو."

# محبت ۾ مرڻ جي تمنا

**طرز** : محبت عشق جو مظهر علي المرتضیٰ آهي



ٿلهه : خدا ۽ مصطفیٰ مدني جي محبت ۾ مرڻ گهرجي
ٻچا گهر مال سر تن جي مٿان صدقو ڪرڻ گهرجي



پڙهي ڪلمو اسان الله تي ايمان آندو آ
ٻڌي حمدِ خدا مومن جي رڳ رڳ کي ٺرڻ گهرجي



رکيو جيئن عشق عربي جو سچي صديق اڪبر هو
عمر، عثمان، حيدر جيان عشق سان دل پرڻ گهرجي



بي ادبن جي بي ادبي کان ڪري توبهه تي تيار ترت
عقيدي اهل سنت ڏي وري واپس ورڻ گهرجي



نبي جي عشق الفت سان خدا جياري خدا ماري
اها دلبر دعا دائم خدا جي در گهرڻ گهرجي



عشق "ادريس" جنهن رکيو ڪٿي ويو ڀٽي جهان اُهو
قبر قيامت جي لاءِ ثمر اهو دلبر ڏرڻ گهرجي



فرمانِ مصطفیٰ صلى الله تعالیٰ عليه واله وسلم :
"الله عزوجل تي ايمان آڻڻ کان پوءِ عقلمندي ۽ دانشمندي ماڻهن سان صلح ڪرڻ ۾ آهي." (ابن ابي شيبه ج 8 ص 326)

# ديد دلبر دل كسي

**ٿلهہ** : يا رسول الله! يا حبيب الله!
تنهنجي ديد دلبر دل كسي، ويو مينهن ڳوڙهن جو وسي



خالق اوهانکي اهڙو آ ٺاهيو. جڏهن حجاب ٺا منهن تان لاهيو
ڄاڻي خدا ٺاہ ٿين فدا، جن کي چاهہ منجهان
تو ڏني چَسي.......................



حسن اوهان جي جي هر هنڌ هاک آ
جن ، انس ۽ ملک مشتاق آ
روئندو رهي ٿو، رڙندو رهي هک پيرو پيشاني
جنهن پَسي .......................



خوبي نہ آ کا گهوٽ تو ۾ گهٽ
علم عقل حيران آ تو وٽ
صدقي وڃان، مان چا کيان
هيءَ دل بنايئي بي وسي.......................



کرم جو ککر وساءِ پيارا
چهرو پاک پساءِ پيارا
دور ٿين، سڀ درد. لهن، ٻڌي دانهن رهبر وڃ رسي.



قرب ڪري مون تي حضور پيارا
ميٽيو منهنجا قصور سارا
معافي ڏيو، مون تي راضي ٿيو،
ان فڪر ۾ پئي آ دل ڦسي ..................



"ادريس" ۾ ڪئين عيب آهن
واندا دلبر وار ٻه ناهن
عيب پسي، منهنجا ڏوهه ڏسي، متان رهبر مون کان
پوين رسي ..................

"۽ فضول خرچيءَ سان مال نه اڏايو جو فضول خرچي ڪرڻ وارا
ته شيطان جا ڀائر آهن." (فرمانِ باري تعاليٰ)

فرمانِ مصطفيٰ صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم :
"جيڪو مون تي جمعي جي ڏينهن درود شريف پڙهندو آءُ
قيامت جي ڏينهن ان جي شفاعت ڪندس."

# ميلاد شريف جي متعلق (1)

ٿلهه : ميلاد ملهاءِ مومن ، ميلاد ڀلي شيءِ آ
آقا جي آمد جي هيءَ ياد ڀلي شيءِ آ



ميلاد جو مطلب آ رب پاڪ جو شڪر ڪرڻ
هي شڪر ڪري دل کي رک شاد ڀلي شيءِ آ



هن شڪر ۾ خرچ ڪري ڪجهه خلق کي کارائڻ
ان طرح سان ڪر گهر کي آباد ڀلي شيءِ آ



تحديثِ نعمت جو قرآن ۾ حڪم مليو
حاصل ڪر هِنَ صدقي تون مراد ڀلي شيءِ آ



هن خوشيءَ ملهائڻ سان خوش آهي خدا ٿيندو
ڪر خوشي تي هر غم کان آزاد ڀلي شيءِ آ



"ادريس" الله ڪيو هي ڪرم ڪثير آهي
منڪر کي ڪري مولا برباد ڀلي شيءِ آ





# ميلاد شريف جي متعلق شعر (2)

ٽلهه : مصطفىٰ مليو، مڙئي مومن چئو خوش آمديد
ياڳ آ کليو، مڙئي مومن چئو خوش آمديد



بي ڪسن، ڪوجهن ۽ ڪمزورن مٿاهون ڪرم جو
ڪڪر واهه وسيو ..........................



بي وسيلن جو وسيلو، آهي بي واهن جي واهه
دور هر دک ٿيو ..........................



شام جون ماڙيون ڏٺيون جيجل امان گهر ۾ ستي
سارو جڳ ٿي چمڪيو ..........................



مرحبا صد مرحبا جو چؤ طرف چؤپول هو
سائين جڏهين سر جيو ..........................



گهور جنهن جي حسن تان، حورون پريون غلمان سڀ
پلئه دلبر پيو ..........................



عيد ميلاد النبي "ادريس" اصلي عيد آ
عرس اصل هيو ..........................



# ميلاد شريف جي متعلق شعر (3)

**ٿلهه**:آيو سهڻو نبي سائين آيو، مومن سڀ ميلاد ملهايو



جشن ڪيو دلدار نبي جا، مولا جي مختار نبي جا
ڳڻ هر هنڌ الله جا ڳايو، مومن ..................



رحمت رب جي آهي آقا، بگڙيل ڪم تو ٺاهي آقا
شان سندن آ سڀ کان سوايو ..................



هن جي ڪري جڳ جوڙيو رب آ، سارو جهان سهيڙيو رب آ
وٺي مٺائي سيڻي ورهايو ..................



ابراهيم نالي شخص هوندو هو، بغداد ۾ ميلاد ڪندو هو
تنهن کي رهبر رنگ هو لايو ..................



هر هڪ وار زبان بنائي، ڳڻ محبوب مٺي جا ڳائي
ٻول اهي سيني کي ڀڏايو ..................



آهي ڪريم، رحيم محمد، صاحب خلق عظيم محمد
جنهن ٻچڙن کي آ بخشايو ..................



"فَلْيَفْرَحُوا" فرمان خدا جو، شاهد آ قرآن خدا جو
فائق خود آهي فرمايو ..................



"ادريس" لک احسان خدا جا، سدا ڪيون شڪر ان خدا جا
جنهن اهڙو محبوب ملايو..................

## عيد ميلاد جي ڀلائي شعر (4)

ٽلهه: عيدون ته ڀلاريون سڀ هن پر ميلاد جي عيد عجيب آهي
احسان ڪري جنهن رات ڏنو رب پنهنجو پيارو حبيب آهي



"اَوَّلُ مَا خَلَقَ اللّٰهُ نُوْرِی" آ حقيقت سهڻي عربي جي
"قَدْ جَاءَكُمْ مِّنَ اللّٰهِ نُوْرٌ" ڏس چيو مالڪ منڙي مُجيب آهي



"اَلنَّبِیُّ اَوْلٰی" ارشاد آهي، الله تعالىٰ پاڻ ڪيو
محبوب خدا هر مومن کي جند جان کان وڌيڪ قريب آهي



"فَلْيَفْرَحُوْا" آ فرمان خداوند پاڪ سندو قرآن اندر
محبوب جي ملڻ تي خوشيون ڪيو لجپال نبي لبيب آهي



آ شرح بخاري ۾ لکيو علامه ابنِ حجر کولي
ميلاد ڪندڙ خوش رهندو سدا ٿيو ان جو نرالو نصيب آهي



ميلاد ڪرڻ کان ائين ٿو نهي، گستاخ سندو جڻ گهر ٿو ڊهي
پر خوش ٿيندو ميلاد ڪندو جيڪو عاشق آهي اديب آهي



"ادريس" الله تعالىٰ جو جيڏو به شڪر ڪر گهٽ آهي
ان ئي ته عطا ڪيو عاصين کي دل جي دردن جو طبيب آهي

# حضور صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جي طفيلي

ٽلهہ : هر شيءِ وجود ۾ حضرت آئي، تنهنجي طفيلي آ
خالق خلقي ساري خدائي، تنهنجي طفيلي آ



"اَوَّلُ مَا خَلَقَ اللّٰهُ نُوْرِیْ" فرمان تنهنجو آ
سج چنڊ کي ٻہ ملي روشنائي ..............................



عرش ۽ ڪرسي، لوح، قلم سڀ صدقي اوهان جي ٿيا
والي سڀ جي عزت وڏائي ..............................



جنت، حورون، غلمان، حوضِ ڪوثر سڀ سهڻا
امت تي ٿي هيءَ ڀلائي ..............................



ميزان ۾ اعمال تورائي پُل تان پار ڪندين
ڏک ٽريا تي معاف مدائي ..............................



قيامت ۾ ميزان ۽ پل ۽ ڪوثر تي ملندين
سڪ وارن جي ٿي وئي سٺائي..............................



شعر لکيو "ادريس" عقيدت، عشق محبت مان
ڏاهريءَ کي ملي ذات اها ئي..............................



# دل جي خريدارن جي ڳولا ۾

**نظم:** ڪٿي دل هٿن ۾ نڪتس خريدارن جي ڳولا ۾
قدر ڪن مون ڪني جو تن، قربدارن جي ڳولا ۾



حسينن، حسن وارن جي ڏسي حالت لڳي حيرت
ڪئين ڦرندا وتن ٿا زر زميندارن جي ڳولا ۾



مريضن، مفلسن، مسڪين ماڻهن جو ته ڪو ڪونهي
آهي هرڪو دنيا جي سونهن سينگارن جي ڳولا ۾



نه مالي قوتون آهن نه جوتِ جمالِ آ مونِ ۾
حبيب ڪپي هجي جو ڪوجهڙن ڪارن جي ڳولا ۾



مريضن لا دوائن ڪي اچي ٿو ڪونه ڪو ويجهو
ڀلارو سو ڪپي آهي جو بيمارن جي ڳولا ۾



قيامت ۾ پيا سڀ نفسي نفسي پيا پُڪاريندا
هوندو بس هڪ حضور سخي گنهگارن جي ڳولا ۾



قرآن، حديث ڪي پڙهندي نتيجو هي آيو نڪري
ڏيان دل ان ڪي جو آ ڪوجهڙن ڪارن جي ڳولا ۾



رکيمہ "ادريس" ان سان عشق ۾ين کان دل ڇڏيمہ روکي
رهان ٿو دائما دلبر جي ديدارن جي ڳولا ۾

## سرڪار جو دروازو

**ٽلهہ** : سائل لاءِ کليل آهي سرڪار جو دروازو
بند ٿيو آ نہ بند ٿيندو دلدار جو دروازو



"اَمَّا السَّائِلَ" آهي ارشاد الله سندو
"لَاتَنْهَرْ" وارو آ سردار جو دروازو



سوالي نہ ڪڏهين خالي محبوبن موٽايو
آ سخاوت جو مظهر مختار جو دروازو



ٻئي در تي وڃين تہ پلي وڃ پر هي در شيءِ ٻي آ
هي آهي غريبن جي غمخوار جو دروازو



جو پاڻ نہ ڪجھ کائي ٿو ٻين کي کارائي
هي آهي يتيمن جي ان يار جو دروازو.



"ادريس" انهيءَ در تان ايمان عطا ٿئي ٿو
هي آهي عقيدت جي اظهار جو دروازو

## شانِ مصطفيٰ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم

ٿلهه: شان ڪن ڪولي ٻڌ منهنجي محبوب جو. جو سوا لک نبين جو سردار آ
شب معراج سڀ نبي پويان هئا، ٿيو آقا جي عظمت جو اظهار آ



جنهن جي مرڪڻ سان گهٽيون ٿي روشن ٿيون، جتان لنگهيا اهي جايون گلشن ٿيون
سڀ برباد ايريا ٿي آباد ويا، ڪئي ڪرم جي ڪڪر جن تي وسڪار آ



جنهن جي رفعت ۽ عزت نرالي هئا، جنهن جي منزل آ مڙني کان عالي هئا
ڪئين پڳدار دنيا ۾، آيا مگر هي ته پيغمبرن جو ٻه پڳدار آ



"انا سيدُ" فرمايو حبيب خدا، مان سڀن جو هان سردار ڪو شڪ نه آ
جنهنجي آ ذات رحمت خدا پاڪ جي، جنهن جي صدقي ٻيڙو سڀن جو پار آهي



ڏينهن محشر جي سڀ ماڻهو هلندا پيا، هر هڪ نبي سان منٿا ملندا پيا
پر ٻچڙن، برن ٻيحيائن سندو، ري پورل ڪنيو ڪنهن نه ڪئي بار آ



مليون جنهن جي مهابي مڙئي نعمتون، جنهن جي صدقي وسائي ٿو رب رحمتون
سو مهربانين جو آ مرڪز مٺو، جنهن لاءِ جوڙيو خدا سارو جنسار آ



جنهن کي "ادريس" عربي ٿو پنهنجو ڪري، ٿو محبت رکي سو محب سان مري
جنهن کي آ سڪ سچي سهڻي سردار جي، تنهن کي ڏاهري ڏيندو ڏاج ڏاتار آ

# مهرباني خدا ڪارڻ

ٽلهه : منهنجا محبوب! مون تي ڪر مهرباني خدا ڪارڻ
پنهنجي زيارت مون کي جيئري ڪراءِ جاني خدا ڪارڻ



خدا ناهين، خدا جو پاڪ پيغمبر پرين آهين
گهري دعا ڪر پري پل ۾ پريشاني خدا ڪارڻ



صحابن جيئن دعا لاءِ ٿي چيو تيئن مون به عرض ڪيو
انهن وانگر ڪيو مون لاءِ آساني خدا ڪارڻ



جڏهين ڪان سمجهه لائق ٿيس تڏهن ڪان پيو ٿنا ڳايان
ڪيان ٿو اڄ به پيو تنهنجي ثنا خواني خدا ڪارڻ



ڪري لڄپال مون مسڪين جي سيني لطيفن تي
رکو نرمل هميشه نظر نوراني خدا ڪارڻ



براين بيحيائن ڪان بچائڻ جي ڀلائي ٿئي
آهيان نادان منهنجي ڪر نگهباني خدا ڪارڻ



عمل ۾ ڪونه آ اخلاص ڪو"ادريس" ڪي آقا
ڏيو فياض سهڻا فيض روحاني خدا ڪارڻ



# ضرورتِ عشق مصطفيٰ صلى الله تعالى عليه وآله وسلم

ٽلهہ : محمد مصطفيٰ جي عشق ريءَ ايمان آکھڙو
رکي جو سک نہ سيني ۾ اهو مسلمان آ ڪهڙو



بدن ڪيڏو هجي بهتر مگر ريءَ روح ڪجھ ناهي
نہ آهي روح جنهن ۾ سو ادا انسان آ ڪهڙو



بنا خوشبوءِ جي گل ڪاغذي ڪنهن ڪم جو ڪونهي ڪو
رکي گل ڪاغذي نک تي اهو نادان آ ڪهڙو



حبيب ڪريم جي پياري حديث پڙهو ڪتابن ۾
"وَلَا يُؤمِنُ اَحُدُكُمْ" سائين سندو فرمان آ ڪهڙو



سچي سک جي ڪري صديق ۽ فاروق ۽ عثمان
علي المرتضيٰ حسنين جو ڏس شان آ ڪهڙو



محبت جي ڪري مشهور ملڪن ۾ ٿيو نہ تہ ڪا
خبر هئي ڪانہ ڪنهن کي حضرت سلمان آ ڪهڙو



صحابن سر ڪٽائي مصطفيٰ تان مال گهر گهوريا
ٿيا قربان جيئن هي تيئن ٿيو قربان آ ڪهڙو

حبيبن جي ٻچن جهڙا ٻچا ڪنهن جا نہ ڪڏهن ٿيندا
سندن جي خاندان مثل ڏسيو خاندان آ ڪهڙو



ڪٿي ٿيو يمن ڪاٿي قرن ۾ حضرت اويس ڪٿي
سچي سڪ جي ڪري ان ڪي مليو ڏس مانُ آ ڪهڙو



نبي جي نينهن وارن کي مليا ڏک يار ٿي ڏاڍا
ڏکن ريءَ "ڏاهري" ماٺيو ڪنهين ميدان آ ڪهڙو



مثل محبوب جي "ادريس" دنيا ۾ نہ ڪو آيو
امت تي مصطفیٰ وانگر ٻيو مهربان آ ڪهڙو

فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم :

"ڇا اوهان ڄاڻو ٿا تہ منهنجي امت ۾ مون کان پوءِ سڀ کان بهتر ابوبڪر صديق آهي." (طبراني شريف جلد 6 صفحو292)

# معراج شريف (1)

ٿلهه : مصطفىٰ جو سير سير آ، هينئن مٿي ويو پيو ڪير آ

★

پيا نبي ٻه هٿا عزيز ٿي، عرش تي حضور جيئن مگر
ڪنهن نبي رکيو نه پير آ.................

★

دوزخي ۽ جنتي مڙئي سڀ حبيب سير ۾ ڏٺا
ڪير پنهنجو ڪير غير آ.................

★

سڀ نبي مقتدي بڻيا، بلڪه سندن امتي بڻيا
هن جي در تان ملندو خير آ.................

★

معجزا پيا ٻه يار هٿا، بي حساب بيشمار هٿا
پر هـــي معجزو مٿير آ.................

★

ننڊ هئي نه خيال خواب هو، جاڳندڙ مڙئا جناب هو
منڪرن جي من ۾ ڦير آ .................

★

ايترو مٿن ڪرم هيو، بسترو اجان گرم هيو
مـوٽيا ٿي دم نه دير آ.................

★

عاشقن سنديون دليون ٺرن، مڪر ڪي ٻُڌي پيا ٻرن
جن ولهين ڪي دل ۾ وير آ .................

★

دل سان جنهن پڙهيو قرآن آ، هر حرف ۾ شان شان آ
ڏس گواهه زبر زير آ.................

★

ان جو "ادريس" شان ڳاءِ، ڏاهري ڪُلي ڪلي ٻڌاءِ
ڪن اندن ڪيو اندير آ.................

# معراج متعلق(2)

ٽلھ: معراج تي هل محبوب مٺا سيد سھڻا سينگار ڪري
تون رب جو ڪر ديدار مٺين مخلوق تنھنجو ديدار ڪري



مٺيون ديس اصل ڪان تنھنجو آهي مان خادم هان چا منھنجو آ
جبريل چيو با ادب بيھي آقا اکيان انتظار ڪري



محبوب وضو فرمايو جڏهن جبريل ڪنيا اهي قطرا تڏهن
مڪي منھن ڪي بيھن تنھنجي اکيان حورون سيئي هبڪار ڪري



ان بعد هليو محبوب مٺو ڪعبه ڏي هُيو جبريل ڳنو
پڙهي نفل حطيم ۾ حضرت پوءِ چڙهيو صفا مٿان چمڪار ڪري



ٿي سوار براق تي وينا جڏهن، چئو طرف ملائڪ ڳڏ ٿيا تڏهن
سيني ٿي سلام پڙهيا جانب ڏنو تن ڪي جواب جنسار ڪري



رستي ۾ نفل نماز پڙهي، وري والي وينو براق چڙهي
موسىٰ ڪي مزار ۾ محب ڏٺو پيو نماز سان دل ڪي بهار ڪري



پيو نبي سان نماز ۾ ڳالهائي سچو آهين نبي پيو فرمائي
قبرن ۾ نبي زنده آهن هيءَ حديث پئي هيئن اظھار ڪري

★

بيت المقدس ۾ پهتو مٿل هٿا سوا لک نبي اڳئي پهتل
ديدار لاءِ بيٺا هٿا اڳ ۾ قربن وارا سي قطار ڪري

★

تي فارغ پوءِ مٿي هليا، سڀ سير ڪري رب سان مليا
"ادريس" اسان لاءِ معافي وٺي موٽيو مِهرَ وڌي مهندار ڪري

★




فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم :

"جيڪو مون تي درود شريف پڙهندو قيامت جي ڏينهن مان
ان جي شفاعت ڪندس."

# سيني ماڻهن کان سهڻو

ٽلهہ : محبوب مليو مَنَ مهڻو، سيني سهڻن کان سهڻو
جنهن جي آمد سان ٿي دنيا سڄي آباد ٻيارا، آ شاد ٻيارا



ڪائنات جي ساري وجود جو هي نکتہء اول آهي
ڪائنات جي هر شيء کان سهڻو اعلیٰ اڪمل آهي
هيءُ هڪ ئي وسيلو آهي، هيڻن جو حيلو آهي
هن جي ئي ڪري ٿيندي امت آزاد ٻيارا



آدم کان وٺي عيسیٰ تائين جنهن کي جو ڪجھ مليو آ
هر ڏک ۾ ڦاٿل جڏهن بہ ٿي آزاد ۽ خوش ڪليو آ
سڀ سهڻي جو صدقو آ، ٻلي ڪيڏو برو بد ڪو آ
مدنيء جــــي مهابي ماڻيندو آ مـــــراد ٻيارا



دل ساڻ سڏي جو سائين کي دردن جي دانهن آ ڏيندو
لک قرب ڪري ان جي ڪکڙن تي ڪريم ٻاڻ آ ايندو
لجپال سندس غم لاهي، بگڙيل ڪم ان جا ٺاهي
بي فڪر ٿيو جنهن فڪر ۾ ڪيو فرياد ٻيارا



جي ٻين جي ٻويان هلندين ٻيارا عمر اجائي ويندئي
هن سهڻي جي ٻويان لڳندين هر گهڙي سجائي ٿيندئي
جا شيء ٿيندي يا ٿي آ، مرڪز سيني جو هي آ
جنهن دنيا ۾ رکيو دين سندو بنياد ٻيارا



ڏاهري ڏک لاهيندو رب سڀ سرڪار سخيءَ جي صدقي
انشاء الله جنت ملندي منٺار سخيءَ جي صدقي
جنهن جـــو مـرتبو عـــالي آ سو جنت جو والي آ
اسان اکين تي رکيو سندن ارشاد پيارا



"ادريس" الله جو شڪر ڪجي جنهن ملايو هي مرسل آ
هن سان دل آ، هن هڪڙي جي ڪئي پچار مون پلپل آ
هن ڪان ئي هر شيءِ ملندي، رب بخشي هن کي بلندي
عاصين ۽ اپوجهن جي ڪندو امداد پيارا

فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم :
"جنهن مون تي سؤ ڀيرا درود شريف پڙهيو الله عزوجل ان تي سؤ رحمتون نازل فرمائيندو."

"زندگي کي ضرورت ۾ رکو، خواهشات ڏانهن نہ وڌي وڃو، ضرورت فقيرن جي بہ پوري ٿي ويندي آهي ۽ خواهشات بادشاهن جي بہ باقي رهندي آهي " (حضرت علي رضي الله تعالیٰ عنه )

# بي مثال محبوب صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم

طرز: اٿو اي فرشتؤ!

**ٹلھہ** خدا جا پيارا پرين اي پيغمبر! تنهنجو مٽ ۽ ثاني ڪٿي ڪونہ آهي
حسينن سڀن ڪان مٿي حسن پرور! تنهنجو مٽ ۽ ثاني ڪٿي ڪونہ آهي



هيءَ ڪائنات ساري خدا پاڪ خلقي اوهان جي طفيلي اوهان جي مهابي
سڀن تي مهربان، محبوب منور! تنهنجو مٽ ۽ ثاني ڪٿي ڪونہ آهي



اوهان جو آ اخلاق عمدو ۽ اعلىٰ، اوهان جي صفت آهي برتر ۽ بالا
سڄي ڪائنات جا اي رهنما ۽ رهبر! تنهنجو مٽ ۽ ثاني ڪٿي ڪونہ آهي



صرف جن ۽ ماڻهو نہ پر ملائڪ بہ مشتاق آهن اوهان جي ملڻ لاءِ
حجر ۽ شجر حيران اي دل جا دلبر! تنهنجو مٽ ۽ ثاني ڪٿي ڪونہ آهي



شجر پيا جهڪي ڪن ادب تنهنجو سائين هي مخلوق ساري سلامي سدائين
اها ڳالھ آ شمس ڪان وڌڪ اظهر! تنهنجو مٽ ۽ ثاني ڪٿي ڪونہ آهي



ايڏو آ تعلق اوهان جو خدا سان، مٿل ڳوھہ جيئري ٿي اوهان جي دعا سان
آ مشهور هي معجزو سهڻا سرور! تنهنجو مٽ ۽ ثاني ڪٿي ڪونہ آهي



ڪري عرض"ادريس" ٻانهون ٻڌي ٿو، ڪرم جي نظر مون تي مرسل مٺا ڪيو
گناهن ۾ آ غرق بدڪار بدتر، تنهنجو مٽ ۽ ثاني ڪٿي ڪونہ آهي



## قاسم نعمت صَلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم

**طرز** : چوي دل ٿي هجي سامهون



ٿلهہ:خداوند جي خزانن جو ورهائيندڙ حضور آهي
دعائن ساڻ امت کي بچائيندڙ حضور آهي



ڪيو قادر عطا"ڪوثر" آهي سردار سهڻي ڪي
جنهن جي معنیٰ تمام گهڻو پچائيندڙ حضور آهي



لکي تفسير ۾ ڪيئي مفسر معتبر ويا هَن
"اِنَّا اَعۡطَيۡنَا" جو هي مانُ ماڻيندڙ حضور آهي



بنايو جنهن کي مالڪ خود پنهنجي نعمت سندو مالڪ
امت تائين اها نعمت رسائيندڙ حضور آهي



قيامت ۾ ڪري سجدو مٺي الله جي اڳيان
گنهگارن جي لئہ رب کي ڀاڏائيندڙ حضور آهي



"فَلَا تَنۡهَرۡ" ۾ غور ڪري تون ڏس انصاف جي اک سان
ڪڏهن سائل کي خالي ڪين موٽائيندڙ حضور آهي



عقل ۽ فهم کان "ادريس" اعلیٰ آ سخي سروَر
ڪري نظرِ ڪرم سڀ کي نوازيندڙ حضور آهي

# حبيبن صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہٖ وسلم جي حب

طرز: اٿو اي فرشتو!

★

ٿلهه : حبيبن جي حب آهي ايمان، مومن
رکي وڏ ۾ وڏ هر مسلمان، مومن

★

ڏني آهي تعليم توحيد جي جنهن، ڪفر شرڪ جي پاڙ بلڪل پٽي تنهن
صحيح جنهن بنايو آ انسان، مومن......

★

نبي کي مڃيو نور حاضر ۽ ناظر، اهو ئي ته آهي اول ۽ آخر
عقيدو ڏسي هي ٿو قرآن، مومن......

★

صحابن جو رستو سنين وارو رستو، امامن جو رستو سنين وارو رستو
اهو ئي حبيبن جو فرمان، مومن......

★

ولين سڳورن جي مڃ تون ولايت، تون تسليم ڪر ڪاملن جي ڪرامت
اتان ملندو آ عشق عرفان، مومن......

★

جو سرڪار جي سڪ رکي منجهه سيني، وڃي باادب حاضري ڏي مديني
سدا ان تي راضي آ رحمٰن، مومن......

★

ڏٺو ڏاهريءَ آهي هي آزمائي، وسيلو وٺي جو دعا ٿو گهرائي
ٿيندو ان جو مشڪل آ آسان، مومن......

★

اي "ادريس" عشق نبي اصل آهي، انهيءَ صدقي رب سان ٿيندو وصل آهي
ملهائج محبت جو ميدان، مومن......

# بي ادب منافق آهي

ٺلهه : ادا جو بي ادب آهي، منافق آ منافق آ
پلي ڪلمو پڙهي ٿاهي، منافق آ منافق آ



چوي جو نبي کي غيبي علم نہ عطا ڪيو رب آ
منبر تان جڏ اهو لاهي، منافق آ منافق آ



ڪدي جڏ ان کي مسجد مان، ڪڍيو هو جيئن نبي سهڻي
اهو مومن ڪڏهن ناهي، منافق آ منافق آ



نبي آ نور پر جيڪو ڪري انڪار تو ان جو
ٺڪيءَ جا ٿاهہ تو ٿاهي، منافق آ منافق آ



سڏائي ديندار مگر آهي بي دين سو بيشڪ
تو دشمن دين کي ڍاهي، منافق آ منافق آ



نبي آ بي مثل پر جو چوي تو آهي مون جهڙو
اهو تو ڪفر ڏي ڪاهي، منافق آ منافق آ



ادب ۽ عشق سان "ادريس" ڪر ساراهہ سهڻي جي
جو ان جي عشق کان ٿاهي، منافق آ منافق آ

# سردار جو صدقو

**نظم :** جو ڪجهہ بہ مليو جنهن کي بہ مليو، سردار! اوهان جو صدقو آ
محبوب محمد مير مٺا منٺار! اوهان جو صدقو آ



"رب ڏيندڙ آهي ونڊيندڙ مان" فرمان اوهان جو برحق آ
جنهن کي بہ وجود مليو مدني مختار! اوهان جو صدقو آ



رب روزي رزق عطا ٿو ڪري پهچائڻ ڪم آ تنهنجو پرين
سيرت جي ڪتابن لکيو سڀ سرڪار! اوهان جو صدقو آ



توحيد مڃڻ سان گڏ آ رسالت تي ايمان بہ فرض مٺا
قرآن ڪريم جو ملڻ اڙين آڌار! اوهان جو صدقو آ



اڳين نبين جي خبر اوهان ئي ٻڌائي تہ برحق هئاسي سڀ
ٿيو ذڪر سندن دنيا تي اي دلدار! اوهان جو صدقو آ



آدم کان وٺي عيسىٰ تائين "ادريس" چوي جي نبي آيا
سيني جو مقام ڪيو مالڪ اظهار! اوهان جو صدقو آ



فرمانِ مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم :
"جنهن مون تي درود شريف پڙهڻ وساري ڇڏيو اهو جنت جو رستو ڀلجي ويو."

# سنيت جي نشاني

**طرز :** دل ويو دلبر ڪسي مان چا ڪيان



ٽلهه : يا رسول الله چوندڙ آ سني، يا حبيب الله چوندڙ آ سني



جو چوي ٿو شرڪ بدعت پيو چوي ان چوڻ سان ڪين مڙندڙ آ سني



اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ چئي، يا نبي جي لات لوَندڙ آ سني



آ سچو سني غلام حضور جو، دل ۾ الفت عشق رکندڙ آ سني



ماءُ پيءُ اولاد کان جنهن کي مٺو آ نبي سو واهه وڻندڙ آ سني



دشمنن کي دوستن وانگر مٺا... پيار محبت ساڻ ملندڙ آ سني



خواب ۾ سرڪار سهڻي کي ادا...چند چوڏهين وانگر ڏسندڙ آ سني



بخت سني جو آ برتر بي حساب، رات ڏينهن صلواة پڙهندڙ آ سني



بي ادب کان رهه پري "ادريس" تون... بي ادب کان دور ڀڄندڙ آ سني



# تضمين

دنيا جي خلقت جو سبب
آهي مٺو محبوب رب
"لَوْلَاكَ" آ جنهن جو لقب
بَلَغَ الْعُلٰى بِكَمَالِهٖ



چانو تہ جڳ روشن ٿيو
جهنگ، جهر جبل ٿي چمڪيو
دنيا مان ڪفر ۽ شرڪ ويو
كَشَفَ الدُّجٰى بِجَمَالِهٖ



محبوب آ ماهِ جَبين
حضرت جهڙو نہ آ ڪو حسين
مومن جو آهي هي يقين
حَسُنَتْ جَمِيْعُ خِصَالِهٖ



دل سان درود پڙهو سيئي
"ادريس" ۽ مومن مڙئي
هڪ ٻئي کي هيءَ صلاح ڏئي
صَلُّوا عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ



# قرآن ڪريم جو شان

**ٿلهه** : مالڪ جو ڪلام مٺو قرآن ڪريم آهي
اول ۾ بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ آهي



محبوب محمد ڪي هي معجزو مليو
جنهن ۾ ٿيو بيان سندن اخلاق عظيم آهي



ان جي هڪ آيت جهڙي ڪير نه پيش ڪندو
هي خالق اڪبر جو سو ڪلام قديم آهي



رب پاڪ ڪريم آ هي ڪتاب ڪريم ڏنو
جنهن ڪين مڃيو تنهن لاءِ "عذاب اليم" آهي



جبريل کڻي آيو هو غارِ حرا ۾ اول
ان مالڪ کان جيڪو الله عليم آهي



هڪ حرف پڙهڻ سان ڏهه نيڪيون آ خدا ڏيندو
جنهن ياد ڪيو ان لاءِ جنّت النعيم آهي



ڏاهري ٿا ڏاج ملن، قرآن جي پڙهندڙ کي
"ادريس" اهو بيشڪ فاضل ۽ فهيم آهي

# خلافت راشده

جنھن جان مال گھوريو محبوب مصطفىٰ تان
صديق جي صداقت ـ منھنجو عقيدو آھي



جنھن جي حڪم سان جھنگ ۾ رڻ شينھن ڪڏ ڪھميا ٿئي
فاروق جي عدالت ـ منھنجو عقيدو آھي



جنھن ڪي مٽي محمد پنھنجون ڌيون ٻہ نياڻيون
عثمان جي سخاوت ـ منھنجو عقيدو آھي



جنھن جي ڪنوار جنتين جي رائين جي رائي
حيدر سندي شجاعت ـ منھنجو عقيدو آھي



ماتم نہ پر صبر سان جن سور سڀ سَٺا ھئا
اعَليٰ انھن جي عظمت ـ منھنجو عقيدو آھي



"ادريس" ان جا ٻچڙا آھن اسان جا رھبر
حسنين جي شھادت ـ منھنجو عقيدو آھي



# منقبت

## سيدنا ابوبڪر صديق رضی اللہ تعالیٰ عنہ

طرز: اٿو اي فرشتو



صحابن ۾ افضل ۽ اعلیٰ صحابي حبيبن جو پيارو، ابوبڪر آهي
علم ۽ عقل ۾ نرالو نبي جو، هي سهرو سونهارو، ابو بڪر آهي



نبي سائين نبوت جـــــو اظهار ڪيو جڏهن
ابو بڪر اول هـــــو اقرار ڪيو تڏهن
هي پهريون مسلمان مجاهد مبلغ بلاشڪ پلارو، ابو بڪر آهي



سدا ئين نبي سان گڏ غمخوار هو هيءُ
ڪندو گهوٽ تان گهور گهر ٻار هو هيءُ
وٺي ڪيترن کي آيو مصطفیٰ وٽ، وڏي شان وارو، ابو بڪر آهي



ڳڻي ڪعبة الله ۾ ٿيا ڪيئي ڪافر
مٺي مصطفیٰ سان وڙهڻ لاءِ هٿا پر
سامهون سِپر ٿي بيٺو جو دلدار اڳيان سو دلبر دلارو، ابو بڪر آهي



ڪيائين حـــبيبن حـــوالي نـــياڻي
امان عـــائشہ سائـــــڻ سنجيده سـياڻي
نياڻي ڏني جنهن ڪيو، رشتو نبي سان سو سهڻو سوپارو ابوبڪر آهي



نقشبندي سلسلي جــــــو سرواڻ آهي
لڪين اوليائن جــــــو اڳواڻ آهي
جنهن جو سالڪن جي سينن ۾ سهڻا آهي فيض سارو، ابو بڪر آهي



ورتو انهيءَ ڪان فيض سلمان پياري
ٻيو قاسم ٽيون جعفر صادق سونهاري
جو الفت عشق ۽ محبت جو مرڪز سراسر سو يارو، ابوبڪر آهي



ڪئين مرتبا ان سان وڙهندا هئا ڪافر
ٻڌي حق جو ڪلمو چڙندا هئا ڪافر
جيڪو حق چوڻ ۾ نہ ڊڄندو هو ڪنهن ڪان سو سوره سگهارو، ابوبڪر آهي



سندس مصطفىٰ سان محبت پــــــڪي آ
سندس افضليت عــــــقيدو حــــــقي آ
سڏيو جنهن ڪــــــي الله "ادريس" اَتقىٰ
ســــــو قرين قرارو، ابو بڪر آهي

فرمانِ مصطفىٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم :
"جيڪو مون تي جمعي جي ڏينهن درود شريف پڙهندو آءُ قيامت جي ڏينهن ان جي شفاعت ڪندس."

# منقبت

## سيدنا ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه

ٽلهه: سچي صديق اڪبر جو دنيا ۾ فيض جاري آ
حبيبن جي غلامي ۾ جنهين زندگي گذاري آ



انهيءَ مردن منجهان اول آندو ايمان عربي تي
رهيو پوءِ سهڻي جي صحبت ۾ سڪ سان عمر ساري آ



ٻچا سر مال گهر گهوري وفاداري وڏي ڪيائين
تڏهن محبوب مدني ڪئي مٿس هيءَ قربداري آ



ڪري هجرت جڏهن پهتا پرين هتا غار جي هيٺان
ڪئي دلبر ڪلهن تي ٿيو سندن صديق سواري آ



نقشبندي سلسلي ۾ ولي جي ٿيا ۽ ٿيندا پيا
سين جي سيني ۾ هن سهڻي شمع، عشق ٻاري آ



جڏهن صديق جو ڪو شان ڳائي ۽ ٻڌائي تو
ٿيندي "ادريس" جي دل کي مٺا بيحد بهاري آ

# منقبت

## فاروق اعظم رضی اللہ تعالیٰ عنہ

ٿلهه: رب جـــو تـــوتي فاروقِ اعظم فضل آ
نياڻو محمد مصطفیٰ، سهرو علي المرتضیٰ، رب جو توتي فاروقِ اعظم فضل آ



تولاءِ دعا دلبر گهري، دين تي آئين تڏهن وري
بيشڪ بالا بخت هئين، ڪفارن تي سخت هئين
رب جو تو تي فاروقِ اعظم فضل آ



آندو جڏهن ايمان تو، ڪلي ڪيو اعلان تو
ڪافر ڪلئي ويا ڪنبي راضي ٿيو سهڻو نبي
رب جو تو تي فاروق اعظم فضل آ



سائي الله ڏني مٺا، تو جا صلاح ڏني مٺا
نازل تيئن قرآن ٿيو، فائق جو فرمان ٿيو
رب جو تو تي فاروقِ اعظم فضل آ



هو ڪو حق جو تو ڏنو، هرڪو ڪافر ٿي ڊنو
خوش ٿيو هر مسلمان تڏهن، پڙهيو تو قرآن جڏهن
رب جو تو تي فاروقِ اعظم فضل آ





فتح ڪري تو ڪئين شهر، تاهيون مسجدون خدا جا گهر
سچو سپاهي حضور جو، عربي نرمل نور جو
رب جو تو تي فاروقِ اعظم فضل آ



"ادريس" جي الفت مٿا تو سان آ محبت مٿا
ڪامل تنهنجو ڪمال آ، تنهنجو عدل بي مثال آ
رب جو تو تي فاروق اعظم فضل آ

".عزتِ دنيا مال سان آهي ۽ عزتِ آخرت اعمال سان آهي."
(حضرت عمر فاروق رضي الله تعالىٰ عنه)

# منقبت

## عثمان غني رضی اللہ تعالیٰ عنہ

طرز: دلبر جي در تي ويهي



ٿلهه: نرمل نبي جو نياڻو، عثمان سهڻو آهي
دين نبي جو ڇاڻو، عثمان سهڻو آهي



محبوب جي پُڦيءَ جي نياڻي جو پٽ پيارو
ڪلمو پڙهي قلب سان ڪامل ڏيو قرارو
وڏ سمجهدار سياڻو، عثمان سهڻو آهي



هر شيءِ حبيب سهڻي تان گهوري جنهن گهمائي
ري مجڻ جي انهيءَ ڪي هٿي وات ۾ نہ وائي
ڏنئين رب جي نالي ناڻو، عثمان سهڻو آهي



رشتي ۾ ان کي ڏنيون سهڻي نبي ٻہ نياڻيون
هڪ ڪان پوءِ ٻيءَ سان ڪيئين رات ڏينهن رهائيون
هو راڻيون تہ راڻو، عثمان سهڻو آهي



عشق رسول سان جنهن سينو پنهنجو شمع ڪيو
قرآن پاڪ رب جو جوڙي هو جنهن جمع ڪيو
دلبر جي در وڪاڻو، عثمان سهڻو آهي



ان جي مٿان ڪيا رب لڄپال ڪوڙ لائق
جنھن جو حياء ڪن پيا الله جا ملائڪ
ھي عقيدو آ اباڻو، عثمان سھڻو آھي



ايندي ڏسي انھيءَ کي محبوب مُرڪندو ھو
چھرو سندس پري ڪان جو ھر جان جھرڪندو ھو
جنت جو دُرِ ڏاڻو عثمان سھڻو آھي



"ادريس" ان جي عظمت قرآن ۾ لکيل آ
محبوب جي مقدس فرمان ۾ لکيل آ
وڏي بخت وارو ماڻھو، عثمان سھڻو آھي



فرمانِ مصطفیٰ صلی الله تعالیٰ علیه واٰله وسلم :
"جنھن مون تي درود شريف پڙھڻ وساري ڇڏيو اھو جنت جو رستو ڀلجي ويو."

# منقبت

## حضرت علي رضی اللہ تعالیٰ عنہ

ٽلھ: شيرِ خدا جي شوڪت ۾ ديڏيو نھاريو
ھڪلون ڏئي ھٽائي جنھن مشرڪن کي ماريو



ڇمندي سڏيو ھو "حيدر" حضرت کي ماءُ جيجل
ان جو ٿا شان ڳايون سڀ پيار ساڻ پلپل
ٻڌي شان دلربا جو دلدار دل کي ٺاريو



ھي دلربا نبي جو صاحب ۾ سوڻ آھي
محبوب جي نياڻي زھراؑ جو گھوٽ آھي
اٿنديئي ان کي عربي، سھڻو خلق سيکاريو



علم و عمل جو مرڪز ، فيضِ نبي جو مظھر
ذڪروفڪر جو مخزن، رھبر آ روح پرور
جنھن فيض سان آ ساري جڳ کي سچڻ سڌاريو



مرحب کي سامھون جڏھين آيو ھي جوان جنگ ۾
حيدر جي ھڪل سان ٿيو، دشمن حيران جنگ ۾
ھڪ وار سان ئي حضرت ان کي سڌو سمھاريو



حضرت جي همتن سان ٿيو فتح ڪوٽ خيبر
بيحد دلير دلبر هي شير حق جو صفدر
ذڪرِ خدا سان پنهنجو سينو هو جنهن سينگاريو



"ادريس" لڪندو رهه تون هن محب جي منقبت
هي قاسم ولايت، آ مطلع محبت
ان جي مهابي مالڪ، هر درد دل جو ٽاريو



"گناهه کان توبهه ڪرڻ واجب آهي پر گناهه کان بچڻ زياده واجب آهي." (حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالىٰ عنه)

## شانِ صحابہ عليهم الرضوان

**ٿلهہ** : حبيبن جي صحابن جو سدائين شان، وڻندو آ
بيان جو شان تن جو ڪري مون کي سو بيان، وڻندو آ



صحابي هن ستارا هيئن چيو محبوب مير مٺي
نبي سائين جو هر فرمان حق، فرمان، وڻندو آ



صديق سندي صداقت ۽ عمر جي پڙهہ عدالت تون
سُنين کي واهہ جو سهڻو سخي عثمان، وڻندو آ



علي المرتضيٰ پيارو نبي جو سوٽ سيد آ
آ ورُ خاتون جنت جو هي جانب جوان وڻندو آ



ڏني جن ڏهن کي مدني بشارت جيئري جنت جي
انهن تان جو ڪري گهر مال تن قربان، وڻندو آ



ڪيا جن گهور محبوبن مٿان گهرَ مال سِرَ ٻچڙا
خدا کي تن سندو سِرُ مال ۽ سامان، وڻندو آ



دنيا جي ڪنهن بہ شيءِ تن کي نہ موهيو ٿي محبت ۾
انهن کي هڪ نبي نرمل ٻيو قرآن، وڻندو آ



حسن ۽ حسين ٻچڙا خود صحابي آهن سائين جا
ثنا تن جي ڪري جيڪو اهو ثنا خوان، وٺندو آ



انهن جون عظمتون "ادريس" ڳائڻ ڪان ڪريون آهن
ملهايو تن جيڪو ميدان سو ميدان، وٺندو آ




فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم :
"جنهن ڪتاب ۾ مون تي درود شريف لکيو جيستائين منهنجو نالو ان ڪتاب ۾ لکيل رهندو فرشتا ان جي لاءِ استغفار ڪندا رهندا."

## عظمتِ صحابہ علیهم الرضوان

ويهي ٻڌ تو ٻڌايان اڄ توکي اصحاب جي عظمت
صحابي آ اهو جنهن کئي سچي سردار جي صحبت



صحابي سڀ آهن عادل اهو قانون ڪامل آ
سيئي سهڻي جا هئا عاشق رکيئون محبوب سان محبت



نبي سهڻو سراج آهي صحابي سڀ ستارا آهن
ڪيئون قربان مدنيءَ تان ٻچا سڀ مال ۽ ملڪيت



خدا راضي انهن کان ٿيو خدا کان ٿيا اهي راضي
پڙهي قرآن ۾ ڏس ڪئي مٺي مالڪ سندن مدحت



اهي صديق ۽ شهداء اهي صالح سگورا هئا
رکيائون نيهن نرمل سان نرالي هئي سندن نسبت



اهي غازي مجاهد هئا اهي قرآن جا قاري
ڪيئون ديدار دلبر جا رکيئون آقا سندي الفت



ولين جا سلسلا سڀ ملن ٿا انهن مٺڙن سان
ڪئي قادر ڪريم آهي سندن اعلیٰ اتم عزت



ابو بڪر و عمر عثمان حيدر جي سدا حب رک
انهن جي ادب سان "ادريس" ملندو فيض ۽ فرحت

فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم :
"توهان مان هر هڪ پنهنجي ڀاءُ جو آئينو آهي پوءِ جيڪڏهن ان کي تڪليف ۾ ڏسي ته ان جي تڪليف دور ڪري ڇڏي."




فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم :
"جيڪو شخص جمعي جي ڏينهن پنهنجي پيءُ جي قبر جي زيارت ڪري ۽ ان وٽ سورهء ياسين پڙهي ته بخشيو ويندو."
(ابن عدي فی الکامل 260)

# ازواج مطهرات تي سلام

ٽلهہ: نبي نرمل جون گهرواريون انهن تي لک سلام آهن
اسان جون مائرون پياريون انهن تي لک سلام آهن



پهرين سائڻ خديجه ڪبريٰ ننگ آ مير مرسل جو
ڀلايون جنهن ڪثيون ساريون ........



امان ٻي عائشہ صديق اڪبر جي هئي شهزادي
ڪنوارين ۾ ڀليون ڪنواريون ........



ميمونہ سيده حفصه ، جويريه ، امِ حبيبه
صفيه امڙ ڪي ساريون ........



گذاريئون زندگي محبوب مدني ساڻ تن ڳڍجي
جنهين مرده دليون جياريون ...... ........



رهي اڄ بڪ ۾ آقا سان رکيائون رب پاڪ کي راضي
خوشيون رب تن کي ڏيکاريون ........



سندن صدقي اسان عاصين اٻوجهن ڪوجهڙن ڪنڙن
جون ٻيڙيون پاڪ رب تاريون........



لکي ڇا ڏاهري ننگدار جي پاڪن ننگن جي لاءِ
جنين سَوَ عورتون سڏاريون...



عقيدن جي ترجماني ڪئي "ادريس" شعرن ۾
پڏي سنين دليون ٺاريون ......

فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم :
"جيڪو نرميءَ کان محروم رهيو اهو ڀلائيءَ کان محروم رهيو." (مسلم شريف)



# آلِ رسول جي عظمت

ٿلهه: آل رسول جي تون عظمت، قرآن ۾ پڙهه
هن شاندار گهر جي شوڪت، قرآن ۾ پڙهه



جن کي بڻايو پرور آ پاڪ صاف سهڻو
"اِنَّمَا يُرِيْدُ" واري آيت، قرآن ۾ پڙهه



جنهن تي هي راضي تنهن تي رب ۽ رسول راضي
هنن پلن جي ڀلائي، برڪت، قرآن ۾ پڙهه



جڏهن مباهلي لاءِ ميدان ۾ هي آيا
ٿي دشمنن تي طاري هيبت، قرآن ۾ پڙهه



محبوب جي مٺن سان ڪر پيار منهنجا پيارا
مٺڙن جي آ ضرور مُوَدَّتْ، قرآن ۾ پڙهه



آل رسول وڌندو رهندو قيام تائين
ڪوثر نالي سان سهڻي سورت، قرآن ۾ پڙهه



"ادريس" مصطفىٰ جي اولاد پاڪ جي تون
محبت رکي اندر ۾ مدحت، قرآن ۾ پڙهه

# سيده خاتون جنت جي منقبت (1)

طرز: ويهه مٺا منهن کولي

ٽلهه : پياري حبيب جي پياري نياڻي
خاتون جنت راڻين جي راڻي



"بِضۡعَةٌ مِنِّي "جنهن لاء آيو
سهڻي نبي آهي فرمايو
بيشڪ آهي سا جنتياڻي.....



اسم مبارڪ فاطمه ان جو
لقب آ سيده صائمه ان جو
واهه سمجهه واري هئي سياڻي.....



پيار سان جنهن هٿا ٻچڙا پاليا
حسن حسين ٻئي سهڻا سنياليا
جنت جي منڙي مالڪياڻي .....



عمر گذاريائين صبر شڪر ۾
راتيان ڏينهان رب جي ذڪر ۾
حق چو لڪايان ڄاڻي واڻي.....





عمر سڄي رهي قرآن پڙهندي
فائق رب جو فرمان پڙهندي
نور نبي جي نيائي نمائي.....



سيني کان اعلىٰ ان جو نسب آ
راضي ڪيو ان پنهنجو رب آ
واهوا منزل هئي ان مائي.....



"ادريس" ان جي آ ٻلائي بي غايت
جنهن تي ڪئي ان نظر عنايت
منزل ملنديس هاڻي جو هائي...

فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم :

"دنيا ان شخص جو گهر آهي جنهن جو ڪو گهر نہ هجي، ۽ ان شخص جو مال آهي جنهن وٽ ڪو مال نہ هجي، ۽ ان کي (ضرورت کان وڌيڪ) اهو شخص جمع ڪندو آهي جنهن ۾ عقل نہ هجي." (بيهقي و احمد)

# سيده خاتون جنت جي منقبت ۽ ان تي سلام

ٿلهه : جنهن جيجل ماءُ حسين ڄڻيو، ان ماءُ کي منهنجو سلام آ
محبوب جي نياڻي بتول ڀلي، زهراء کي منهنجو سلام آهي



بيشڪ آ ڀلارو بيحد گهر، جنهن گهر ۾ ڇانو هي دلبر
جنهن جاءِ کي سهڻو هي شرف مليو، ان جاءِ کي......



خاتونِ جنت جي خدمت ۾، جادائي آهي محبت ۾
ان صديق جي گهرواري سائڻ، اسماء....



جڏ ۾ لکل هي نالو هو، جيڪو سهڻي حسنين تي رکيو ويو
هن نالي جو جيڪو ادب ڪندو، ان ڀاءُ کي ....



تي بانگ ڀلاري هڪ ڪن ۾، تڪبير پياري ٻي ڪن ۾
هن جوان جي بخت ڀلاري، جلوي جلاء کي......



خوشبوء ويو بنجي سارو گهر ، جڏهن ڄائو پيارو حسن پرور
سرهو جو واء هليو هر هنڌ ان واء کي ......



ڏاهري هي ذات ڏٺي آهي، جنهن جي صفت ساراهه گهڻي آهي
ناني جي امت لاءِ هن جي هر هڪ دعاء کي ......



بيشڪ ٿيا پاڪ ڀلا ان جا، محبوب چُميا هئا چپ جنهن جا
”ادريس“ ٻنهي جي محبت لئو ۽ لڳاء کي ........

# سيده فاطمہ زهره جي منقبت (3)

ٽلهہ: دل ڪولي ويهہ دلارا، محفل ۾ اي موچارا
خاتون جنت سائڻ جو ٻڌ شان پيارا هي بيان پيارا



جنهن جي آمد ويلي خدمت ۾ آيون نہ مڪي جون مايون
في الفور لهي خدمت جي لاءِ جنت جون حورون آيون
هيءُ عظمت ڪيڏي آهي، هيءُ رفعت ڪيڏي آهي،
هت هر ڪنهن جو آهي عقل حيران پيارا.....



خوشبوءِ سان ڀرجي مڪي جي وئي هر هڪ يار ڳلي آ
اڄ آمد آ ان نياڻيءَ جي جنهن جي ذات صفات ڀلي آ
هر هنڌ تي ٿيا هيڪارا، ٿيا رحمت جا وسڪارا
لٿو شان ۾ جنهن جي فائق جو فرمان پيارا



جنهن ڪي پاڪ جسم جو ٽڪرو سڏيو آ سردار سونهاري
هيءُ دنيا جي هر عورت ڪي وئي مرتبي ۾ ماري
بي مثل هئي غيرت ۾، دنيا آ سڄي حيرت ۾
جنهن ويهي ساري رات پڙهيو قرآن پيارا.....



جيڪا پردي ۾ هئي پنهنجو مٽ ٻئي ڪنهن جي جاءِ ڇا هي؟
هن نياڻي جهڙي دنيا اندر ٻي ڪا نياڻي ناهي
سرڪار جي آ شهزادي، سردار جي آ شهزادي
جنهن بابي پاڪ جو مڃيو هر فرمان پيارا.....





جنهن لاءِ چمڻ سان جنت جو ڪپڙو لهي هو آيو
اهـو جـنتي فـرشتن آڻـي هو خدمت ۾ پهچايو
واهه برڪت واري نياڻي، واهه عظمت واري نياڻي
جنهن جي جلوي تي حورون هيون حيران پيارا، هي بيان پيارا



قيامت جي ڏينهن ٻه جنت ۾ سرداري هن جي هوندي
جنهن کي ٻه گهرائي مرضي ۽ مختياري هن جي هوندي
حيدر جي آ گهرواري، حسنين جي ماءُ پياري
آ مرتبو مٿاهون ان جو مانُ پيارا، هي بيان پيارا



جڏهن محشر جي ميدان مان لنگهندي اعلان هي ٿيندو
سڀ ڪنڌ جهڪايو خاتون جنت کي پردو هوندو
هت سوچ نہ ڪنهن جي هلندي، ايڏي آ ان جي بلندي
جنهن دعائون گهري ڪيو امت تي احسان پيارا، هي بيان پيارا



"ادريس" سندس تعريف ڪبي جيستائين زندگي آهي
ان سائڻ جي ساراهه ڪرڻ منهنجي لاءِ بندگي آهي
هيءَ ڪيڏي سعادت آهي، جنهن کي ٻہ ارادت آهي
ان کي ملندو هن در تان فيضان پيارا



# سيده خاتونِ جنت جي منقبت (4) ۾ ان تي سلام

ٽلھ: يا سيده ! يا طيبہ! تون زاھره توتي سلام
حسنين جي جيجل امان! تون طاھره تو تي سلام



ٿئي پينرون توکان وڏيون پر تون انهن ۾ شاندار
تنهنجو مقام اعلىٰ اوچو تون فاخره تو تي سلام



حسنين جي تکليف جي توکي خبر ساري هئي
پر تو صبر کيو واھ وا تون صابره تو تي سلام



راتين جون راتيون جاڳندي توئي پڙهيو قرآن کي
تنهنجي تلاوت بي مثل تون قارعه تو تي سلام



بابي جي امت لاءِ تو روئي روئي دعائون گهريون
امت جي عيبن جي تون ٿئين ساتره تو تي سلام



"ادريس" سڪ ۾ سوز مان تنهنجي لکي آ منقبت
نظر کرم کر ان مٿان ٿي ناظره تو تي سلام



فرمانِ مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم :
"توهان مان بهتر ماڻهو اهي آهن جن کي ڏسي الله ياد اچي".
(ابن ماجه ج 2 ص 1379)

# حضرت امام حسن سهڻي جي منقبت

ٽلهه : حسن پاڪ حضرت آ بيشڪ پلارو
نبي پاڪ جو ڏوهٽو شان وارو

★

هي نبوي حُسن جو آ مظهر اي منڙا
هي هر امتي جو آ دلبر اي منڙا
آ حيدر جو فرزند قربن قرارو

★

چمڻ سان چپن تي نبي چميو جنهن کي
ڪلهن تي ڪني گهوٽ ٿي گهميو جنهن کي
آ اهلسنت جي اندر جو اوجارو

★

وهاري منبر تي، مٺي مير مرسل
چيا جنهن لاءِ "ابني" جا الفاظ اڪمل
هي "سيد" آ سهڻو سلجهيل سونهارو

★

ختم جنگ ڪرائي انهيءَ امن آندو
ٿي غافل ذڪر کان ويٺو ڪين واندو
حبيبن جو هم شڪل سهڻو سوپارو

★

لکي ان جي منقبت "ادريس" آهي
پڙهن پيار وارا سدا ٿاهي ٿاهي
سواءِ سڪ سيد جي نه آهي ٻيو چارو

★

# حضرت امام حسين جي منقبت (1)

ٽلهه: عشق جي للڪار ڪي، سيد چيو خوش آمديد
دشمن سندي ذڏڪار ڪي سيد چيو......



قوهه جوانيءَ ۾ علي اڪبر مٿان وهندي ڏسي
هر تکي تلوار ڪي، سيد چيو خوش آمديد



هڪ حرف اچ بک پئي پاسي جنت جلوا ڪيا
جنتي جنسار ڪي، سيد چيو خوش آمديد



اهم عهدي ڪي چڏي آيو جڏهن حُر حب منجهان
نينهن ۾ نروار ڪي، سيد چيو خوش آمديد



هر نماز ادا ڪري راضي ڪيو رب پاڪ جنهن
هر بانگ جي پوڪار ڪي، سيد چيو خوش آمديد



ڪربلا جي پڙ ۾ جيجل ماءُ جا جلوا پسي
پاڪ پرديدار ڪي، سيد چيو خوش آمديد



پنهنجي دلبر پيءُ ڪي جنگ ۾ اندر ايندو ڏسي
حيدر ڪرار ڪي، سيد چيو خوش آمديد

★

سجدي ۾ سر ڏاهري ڏني ٿيو شهيد حسين آ
ظلم جي هر وار کي، سيد چيو خوش آمديد

★




فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم :
"انسان پوڙهو ٿيندو آهي پر ان جون ٻه شيون جوان رهنديون آهن، جيئڻ جي خواهش ۽ مال جو حرص." (ترمذي شريف)

# حضرت امام حسين جي منقبت (2)

طرز: جيسين جياري رب شل جياري



ٹلھ: ڪربلا واري گھوٽ حسين جو شان مٺا ٻڌ تون
ڪيئن ٿو ٻڌائي شان سندس قرآن، مٺا ٻڌ تون



مدني مديني ۾ ڪيو مباهلو جڏهين مسيحين سان
ان ۾ حسين ٻه گڏ هو مٺي جو ماڻ.............



تطهير واري آيت جڏهن قادر نازل ڪئي
چادر ۾ هو حضور سان گڏ هي جوان.........



ڀاڻ نہ ڪائي پي هو ٻين کي کاڌو کارائيندو
ڪيڏو ڪشادو هو ان جو دسترخوان....



آل ياسين تي جيڪو سلام قرآن ڪريم ۾ آ
ذڪر حسين جو ان ۾ ٻہ آ فرقان....



"سورة وَالضُّحىٰ" جي تفسير ۾ امام رازي لکيو
"واللَّيلِ" آلِ رسول آهي فرمان .............





"اِنَّا اَعۡطَيۡنٰكَ الۡكَوۡثَرَ" كثرت سان وڏيو
سهڻي حبيب جـــو خالص هـــي، خاندان ..............



آلِ رسول جي هر مدحت ۾ آهي حسين ڪٿي
"ادريس" ان جـــــي درجـــو آ دربان ..............



فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم :
"ٻن شفا ڏيڻ وارن شين کي ضرور اپنايو، هڪ قرآن ٻي ماکي."
(ابن ماجه)

# شهادت جو شان

ٽلهہ: شهادت سعادت آ جنهن کي عطا ٿئي
الاهي عنايت آ جنهن کي عطا ٿئي



اهو عشق ۽ عمل جو ٽڪر آهي
نہ ڪا چالبازي نہ ڪو مڪر آهي
هي حق جي حمايت آ..........



شهادت ڪان پوءِ ڪن تي قرآن پڙهيو
خدا پاڪ فائق جو فرمان پڙهيو
عجب هيءَ تلاوت آ ..........



محبت جي ميدان ۾ جوان ڪُسندا
ڏسي تير تلوار کي ڪين گسندا
وڏي هيءَ شجاعت آ..........



شهادت ڪانپوءِ ڪيترن هو ڳالهايو
گهوري سر هو ميدان کي تن ملهايو
وڏي هيءَ ڪرامت آ ......



مهرباني ٺيندي نبين جي صدقي
صديقن شهيدن ولين جي صدقي
هي اذن شفاعت آ ........



خدا ۽ نبي سان محبت اي مومن
صحابن امامن سان عقيدت اي مومن
پلي بي نهايت آ........



غلامي ڏي تون ڏاهري عاشقن جي
اي "ادريس" آقا جي غلامن سچن جي
هي سندِ ولايت آ .....

## نصيحت

ماءُ پنهنجي ننڍي پٽ کي هڪ ٻيري هڪ پُل پار ڪندي چيو تہ پُٽ منهنجو هٿ مضبوطيءَ سان پڪڙ. ٻار چوڻ لڳو: نہ امان توهان منهنجو هٿ پڪڙيو. ماءُ چوڻ لڳي ان ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ ٻار چيو: جيڪڏهن مون توهان جو هٿ پڪڙيو تہ شايد مان مشڪل ۾ توهان جو هٿ ڇڏي ڏيان ليڪن جيڪڏهن توهان منهنجو هٿ پڪڙيو تہ مون کي يقين آهي تہ اوهان منهنجو هٿ ڪنهن بہ حالت ۾ نہ ڇڏيندؤ.

# ڪربلا جو منظر

طرز: دلبر جي در تي ويهي ديدار جا مزا وٺ



ٽلهه: ميدانِ ڪربلا جو منظر اکين اڳيان رک
ڪيئن ڪيو جهاد آلِ اطهر اکين اڳيان رک



هڪ طرف هئا يزيدي ٻئي طرف هئا حسيني
پاڻي پيئڻ جو بند ڪيو بدتر ......



حضرت حسين سيني سان ڪيو خطاب سهڻو
ٻڌنديئي جيءَ چئي آيو هو حُر......



آلِ رسول مان هئا ايڪيهه مرد غازي
قربان گهوٽ تان ڪيئون سر گهر ......



دشمن جڏهن به سڏيو واري تي وير آيا
عباس غــازي آيــو گوهر......



ميدان کي ملهايو، ٽي مرد سهڻي قاسم
ڪيڏو دلير هــو هــي دلبر......



حضرت حسين جو پٽ دلبر علي اڪبر
ٿيو شهيد سهڻو حضرت اصغر......



بيوس بيمار زينل، ميدان ۾ نہ آيو
تہ ٻہ ان جو مرتبو آ برتر..............



زندهہ حسين آهي ساٿي سندس ٻہ زنده
ٿيا شهيد راهہ حق ۾ رهبر..............



ڏاهري ڏٺا انهن ڏکہ حق چوڻ تان هزارين
"ادريس" تن جي عزت اظهر..............






فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم :

"الله عزوجل جڏهن زمين ۽ آسمان پيدا فرمايا تہ پنهنجي لاءِ هي متعين ڪري ڇڏيو تہ منهنجي رحمت منهنجي غضب تي غالب آهي." (ابن ماجہ)

# حضرت حسين جي منقبت (3)

ٽلهه: حضرت حسين وهواهه رب شان ٽئي وڏايو
جنتي جوان تنهنجو جورو جنت کان آيو



شعبان جي پنجين ۽ چوٿون هو سال هجري
جيجل امان مان ٻاهر نروار ٿئين تون نسري
ناني لعاب توکي هو چاهه سان چٽايو.



شير خدا کان پڇيو حضرت حبيب پياري
نالو رکين ٿو ڪهڙو ڪر خبر دل کي ٺاري
شبير آهي دل ۾ شيرِ خدا ٻڌايو......



شبير جي چا معنيٰ جبريل کان پڇيو ويو
معنيٰ حسين آهي نالو اهو رکيو ويو
توتي ڪرم ڪريمن آهي مٺا ڪرايو



مان آهيان حسين مان مون مان حسين آهي
فرمان نبوي امت جي دل جو چين آهي
جمندي اوهان امڙ ۽ ناني سان هو ڳالهايو



ناني ڪريم تي ڪيئي سجدي اندر سواري
ڪڏهين چڙهي ڪلهن تي دل دلربا تو ٺاري
هر انگل ٿي مٺا تو محبوب کي مچايو



آقا ڪيو عقيقو ڇمنديءَ هو ڄام تنهنجو
دل ٺار دلـــربا آ نـــوراني نـام تنهنجو
نانيءَ جي دين سان تو هو نينهن ڪيءَ نڀايو



ننڊپڻ ڪان تنهنجي سڪ آ "ادريس" ڪيءَ اندر ۾
ڏاهري جي سار لهجان ڪامل اڇي قبر ۾
تنهنجي دعا ڪيءَ خاليءَ واليءَ نه ڪڏهن ورايو






فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم :
"ماڻهن جي وچ ۾ صلح ڪرائڻ بهترين صدقو آهي." (طبراني)

# ذكر شهادت حضرت امام حسين رضی اللہ تعالیٰ عنہ

طرز: دل جي دنيا کي جو ٿاهي



ٽلهه: ماهه محرم آيو منڙا، ذکر حسين جو ڳايو، منڙا



پنجين شعبان ولادت ٿي هئي
عاشوري ڏينهن شهادت ٿي هئي
ان جي منقبت ٿاهيو منڙا........



سني صالح سالڪ ٻانها
حسن حسين جا عاشق ٻانها
ڳڻ ٻنهي جا ٻڌايو منڙا...........



شبر خدا جا دلبر پٽ هئا
امت جي لاءِ چپر ۽ ڇٽ هئا
نينهن انهن سان لايو منڙا........



جنهن کي ڪلهن تي ڪريم کنيو آ
نبي رؤف رحيم کنيو آ
مولا محب ملايو محب منڙا......



ظلم خلاف هنيائين نعرو
ڪٽنب ڪرايائين شهيد سارو
ڪوفين کي جنهن ڪنبايو منڙا......



ذڪر حسين جي محفل قائم
ڪيو سدائين دل سان دائم
سيني ڪي سمجهايو منڙا......



"ادريس" شان شهيد سندو پڙهه
مرتبو ماڻُ شهيد سندو پڙهه
ڪربل جنهن آ وسايو منڙا......

### دانشمندانہ باتیں

"جتي ماني مزدور جي آمدني کان مهانگي ٿي وڃي اتي ٻه شيون سستيون ٿي وينديون آهن هڪ عورت جي عزت ۽ ٻيو مرد جي غيرت."
(سلطان صلاح الدين

# صبر جي تلقين

ٿلهه: پٽڻ چڏ پٽڻ مان نہ ڪجهہ پلئہ پيو آ
خدا جي پيارن سدا صبر ڪيو آ



اسيءَ ڪان مٿي صبر جو امر آهي تڏهن سور وارن ڪيو صبر آهي
خدا پاڪ قرآن ۾ هيئن چيو آ..........



صبر ۾ سپن ڪان مٿي مصطفیٰ آ... نبي نور نرمل نبي الهدیٰ آ
صبر ۾ وڏو راز مالڪ رکيو آ........



خدا جي حوالي ڪري جان ٻچڙا .امامن ڪيا سر ءِ قربان ٻچڙا
ڪرم جو ڪڪر تن تي وهوا وسيو آ......



سچا سمجهندا سور کي سوکڙي هن-خدا جي حوالي رهيا هر گهڙي هن
انهن تي هي احسان ٿيو اڻ ميو آ......



صحابن بہ ڪئين سور صدما سٺا هئا-ٿي قربان قدمن مٿان سي ڪُنا هئا
ڪري هر شيءِ صدقي نہ تن سوچيو آ......



اي "ادريس"صابر وڏي شان وارا، آهن پاڪ ربءِ پيغمبر جا پيارا
تڏهن تن کي مليو وڏو مرتبو آ.......

# مڪي جي حاضري جي تمنا

ٽلهه: شل مڪي شريف ڏي واڳ وري
ڏسي حرم خدائي دلڙي ٺري



ڪيان طواف ڪعبه ڪريم سندو
جيڪو گهر آ الله عليم سندو
آهي پسند رؤف رحيم سندو
رب مشڪل ٿو اتي معاف ڪري



پهرين نظر پوي ڪعبه تي جڏهن
ڪٿي هتڙا گهران دعا دل سان تڏهن
اتي دعا خالي ويندي نه ڪڏهن
ڪري عرض اچان اتان جهوليون ڀري



هتي آهي حطيم حجر اسود
ٿيندي نه اتي ڪنهن جي دعا آ رد
اتي يار ڀلائي آ بيحد
ٿيان "مقام" سٺي ڪان پل نه پري



صفا مروه وچ ۾ ڊوڙي مٺا
ڪيان صالح سهڻا عمل سٺا
جتي ڪئين عاشق ٿا ٿين ڪٺا
پيئان زم زم تان هر مرض ٽري



عمري جا حڪم بجا آڻي
اچان محبت وارا مزا ماڻي
"ادريس" سدا دل تي تاڻي
هر سال پئي سڪ مان سنبري

# شاندار شهر "المدينة المنوره"

ٿلهه: واهه سهڻي حبيب جو شهر شاندار آ
ڪيڏو نه ڪو گنهگار آ، پهتو ته ٻيڙو پار آ، واهه......



اعلىٰ نعمت آ اتي، رياض الجنة آ اتي،
رحمت جي وسڪار آ..........



منڙي مديني ڪي ڏسي، پياري پيغمبر ڪي پسي
رهندو نه غم ۽ غبار آ..........



ماٺهو مديني ملڪ جا، صاحب اعلىٰ خلق جا
هر هڪ دل جو ٺار آ..........



حرم جو منظر بي مثل، ديدار سان ٺرندي آ دل
چنڊڪان وڌ چمڪار آ......



سامهون پڙهجي سلام ٿو، اچي اندر کي آرام ٿو
واهه قلب کي قرار آ..........



برڪت وارو آ پلو، صُفه وارو سهڻو ٿلهو
ڇهڇڻو چوڌار آ........



ڏاهري هي ڏيهه عجيب آ، جتي آرامي حبيب آ
نور سندن نروار آ..............



مٺي مديني جي چُمان، پيادل ٿي گهٽيون گهمان
"ادريس" اميدوار آ..........

# مبارڪ آ

ٽلهہ: مديني ڏانهن وينڊڙ کي مبارڪ آ. مبارڪ آ، پرين وٽ پيش ٿيندڙ کي مبارڪ آ ....



اول نالو هو يثرب مصطفیٰ صدقي مدينو ٿيو، منور لقب ملندڙ کي، مبارڪ آ مبارڪ آ



هتي جي خاڪ محبت واري مومن لاءِ شفا آهي، هتي با ادب ايندڙ کي، ..............



روئي دلدار جي در تي وٺي مالڪ کان جو معافي، گناهن جي ڇڏيندڙ کي، ..........



اهو ئي در آ جنهن جي لاءِ ڪيو هادي حڪم آ هي "وَلَوْ اَنَّھُمْ" مجيندڙ کي..........



ڪٿي ويو جنهن ڪيو ديدار سهڻي جو گهڻي سڪ مان، هتي جهولي جهليندڙ کي، ....



دنيا ۾ دل ڏني "ادريس" ڪنهن ڪنهن کي تہ ڪنهن ڪنهن کي، نبي سان دل ڳنديندڙ کي،



فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم:

"الله توهان جي شڪل ۽ صورت ۽ توهان جي ظاهري اعمال کي نہ تو ڏسي هو تہ توهان جي دلين ۽ نيتن تي نظر فرمائيندو آهي."
(سنن ابن ماجہ)

# مديني پاڪ جا منظر

ٿلهه: مديني پاڪ جا منظر وسارڻ سان نه ٿا وسرن
پون ٿا پور پلپل ۾ نئين سر سور ٿا نسرن



اتي جي هڪ منٽ جو مٽ هتي جا لک ورهه ناهن
مديني ڇڏڻ وارن جا ڏکيا هت ڏينهن ٿا گذرن



روئي دل ٿي ڪري دانهون، سڄڻ جي شهر کي ساري
سدا دلبر سندي در لاءِ اندر مان آهون ٿيون ايرن



مدينه رب جي رحمت جو خزينه بي مثال آهي
کٿي ويا جي اتي رهيا نه ٿا هن شهر مان نڪرن



ڪندو قادر جڏهن قسمت مديني پهچبو تڏهين
ڪرم ريءَ ڪجهه نه ٿيندو ڪئين ويچارا سال پيا سنبرن



نبي صدقي خدا چاهي ته هر هر حاضري ٿيندي
ڏکويل ڏاهري دليون ڏسي ٿيون پهه پيون ٿيون ٺرن



پڪي اميد رک "ادريس" تون پرور پياري ۾
انهيءَ جي لطف سان ڪيئي ٻڏل ٻيڙا ٿا ترت ترن

# ميري آقا آؤ که مدت هوئي

ٿلهه: ڪري شال مولا، مديني وڃان مان
ٺاريان دل کي نيلن ڏي نهاري نهاري
ٻيهي سهڻي سامهون صلواتون پڙهان مان
ادب سان اکين مان ڳوڙها هاري هاري



"وَلَوْ اَنَّهُمْ" آ چيو پاڪ پرور
گناهن جي معافي جي لاءِ آ اهو در
اتي جيڪو روئندو ڪٿي خير ايندو
ڪٿي ديني دولت ٻوهاري ٻوهاري



سندن ساٿ ۾ آهي صديق پيارو
ٻيو عمر فاروق آ فيض وارو
ٻنهي تي ڪٿي ٻاجهه آ رب ٻاجهاري
غلامي ۾ عمر ڇڏيئون گذاري گذاري



پيغمبر جا پاڙيسري سڀ پيارا
بلاشڪ رحم ۽ ڪرم ڪرڻ وارا
ملي تن سان تن جي مٺي ٻولي ٻولي
ڪيان حال پر ۾ ويهاري ويهاري





پنهنجي رب جي اڳيان ڪري عجز آزي
رياض الجنة ۾ ڪيان روح راضي
ولين جي صف ۾ ڪلهي ۾ ڪلهو ڏئي
بيهان پاڻ ڪي مان قطاري قطاري



اي "ادريس" الله تعالیٰ ڪريم آ
۽ محبوب ان جو رؤف رحيم آ
گهرائيندا جي هي گنهگار گندڙو،
ڪندس شڪر صد بار هر واري واري



## عبرت

هڪ ماڻهو هڪ ڪنڊ ۾ روئي رهيو هو، ڪنهن ان کان سبب پُڇيو، ته ان چيو منهنجو هڪ ئي پُٽ هيو مون ان کي پڙهايو ۽ سوچيو ته ان کي وڏو ماڻهو بڻائيندس سو ان کي ميٽرڪ، انٽر بي اي، ايم اي ڪرائي ۽ پوءِ ٻاهر پڙهائي لاءِ موڪليو پر اچانڪ اهو بيمار ٿي پيو ۽ پنهنجي زندگيءَ جا آخري پساهه کڻي رهيو هو ۽ نهايت بيوس ٿي چوڻ لڳو ابو: منهنجا سرٽيفڪيٽ کڻي اچ جڏهن مان کڻي آيس ته چوڻ لڳو: هي منهنجون ڊگريون آهن پر ابو اوهان مون کي قرآن ۽ حديث نہ پڙهايا مان هاڻي قبر ۾ ڇا کڻي وڃان

# مديني شريف جي برڪت

ٿلهه: زندگي جي برڪت آ، واهواهه مديني ۾
بي مثال نعمت آ، واهواهه مديني ۾



ظاهري حياتيءَ جا سال ڏهه حبيب هتي
رهيا خاص رحمت آ، واهواهه مديني ۾



مصطفىٰ ڪريم جي ڪري هن شهر کي شان مليو
دين واري دولت آ، واهواهه مديني ۾



اڄ به هت آ آرامي تاجدار نبين جو
صاحب رسالت آ، واهواهه مديني ۾



جنهن مٽي مبارڪ تي قدم ها ڪريم رکيا
فيض ۽ فضيلت آ، واهواهه مديني ۾



هن شهر ۾ رهندڙ تي راضي پاڪ پرور آ
راضپو ۽ رفعت آ، واهواهه مديني ۾



جيترو به روئي گهٽ آ جنهن ڇڏيو مديني کي
صاحب شفاعت آ، واهواهه مديني ۾



★

بابِ جبرائيل کان پاک پيرانديءَ وٽ
قرب ۽ ڪرامت آ، واهواهه مديني ۾

★

سامهون درود پڙهڻ سان ٿا درد دور ٿين
ايتري عنايت آ، واهواهه مديني ۾



عاشقن سنديون "ادريس" ٿيون رهن اکيون آليون
عشق ۽ عقيدت آ، واهواهه مديني ۾

★

فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم :
"جنهن مون تي سؤ ڀيرا درود شريف پڙهيو الله عزوجل ان تي سؤ رحمتون نازل فرمائيندو."

# منٺار مديني ۾ آ

طرز: اهڙي خوشبوءِ نہ ڏٺي آ، مون جهڙي هر باغ جي هيڪار مديني ۾ آ



ٿلهہ: منهنجي دردن جي دوا دارو منهنجو دلدار ۽ دل ٺار مديني ۾ آ
جنهن جي سڪ آهي سدا سيني، اهو منهنجي ساهہ جو سينگار مديني ۾ آ



جو يتيمن کي ڪٺي ڪلهن تي گهر پهچائي
جيڪو همدرد آ هر ڪنهن جو سو مهربان ۽ منٺار مديني ۾ آ



جنهن جي اخلاق کي الله سڏيو خُلُقِ عَظِيمُ
جيڪو رحمت آ جهانن لاءِ اهو سرتاج ۽ سرڪار مديني ۾ آ



جنهن جي صدقي آهي سڪرات سٺائي ٿيندي
جو غريبن جا ٿو غم لاهي اهو غمخوار ۽ غم ٺار مديني ۾ آ



جيڪو محشر ۾ بہ ميزان ۽ پل تي ملندو
جيڪو ڪوثر جو آ هي ساقي سو، سين والي وفادار مديني ۾ آ



ڪري سجدو در ڪولائيندو شفاعت جو
جيڪو قاسم آ خزانن جو اهو سيني جو سالار مديني ۾ آ



هر شيءِ آهي خدا ڏيندو ونڊيندو هي آ
جيڪو قاسم آ خزانن جو اهو سيني جو سردار مديني ۾ آ



ڪهڙا احسان بيان ان جا هي "ادريس" ڪري
ان حضرت جو حرم، مسجد نبوي ۽ مٺي دربار مديني ۾ آ

# ديدار جا مزا

ٽلهه: دلبر جي درتي ويهي ديدار جا مزا وٺ
پيا پيار سڀ ڇڏي هن جي پيار جا مزا وٺ



جيڏو حرم نرالو، تيڏو ڪرم نرالو
ڪيئن ٿو ڪري سخاوت اظهار جا مزا وٺ



زندهه حبيب تو ڏي ڪٿي نيڻ ٿو نهاري
سامهون ڏسي سڄڻ جي سينگار جا مزا وٺ



رياض الجنة ۾ رهندي پڙهه نياز سان نمازون
مدني مهربان مزيدار جا مزا وٺ



سڪ سوز سان سلام حبيب خدا تي پڙهه تون
جانب سندي جواب جي جنسار جا مزا وٺ



جهولي جهلي عرض ڪر پاڻهي پرندو پورل
سهڻي سندي سخا ۽ ايثار جا مزا وٺ



سامهون سيد جي ويهي "ادريس" پڙهه صلواتون
قادر جي ڪرم جي پوءِ وسڪار جا مزا وٺ

# الله عَزَّوَجَلَّ جا احسان

طرز: اڪين ڪي ڪيان ڇا مان

ٽلهه: اڪين تي الله ڪيو احسان عظيم آهي
دربار ڏنئون ان جي جو رؤف رحيم آهي

★

رياض الجنة ۾ آ محراب حبيبن جو
منبر ٻه اتي آهي مهتاب حبيبن جو
هن جاءِ کي واهه گهريو الله عليم آهي

★

ٻئي طرف پيراندي آهي پاڪ پرين پيارا
جت ادب محبت سان وهندا پاڻ وارا
ڪنڌ هيٺ ٿا ڪن ڪامل جو حبيب ڪريم آهي

★

بيهي "مواجهه" کان پڙهيئون صلوات سلام گهڻا
جت سڪ سان بيهندا هن با ادب غلام گهڻا
هن حضرت جي هٽ ۾ جنّت النعيم آهي

★

جنت البقيع ۾ وڃي جو حاضري ڏيندو آ
ان تي سردار سچو گهڻو راضي ٿيندو آ
هن پاڪ جي منڪر لاءِ "عذاب اليم" آهي

★

هت اٿمد سرمو سڄڻ اڪين لاءِ عجيب آهي
اکيون ٿو ڪري ان جون روشن جو اديب آهي
هي رکندو عقيدو جو فاضل ۽ فهيم آهي

"ادريس" الله ڪندو ايندو ويندو رهندس
دلبر جي در جي سدا پيو حاضري مان ڏيندس
ٿو مهر ڪري مدني جي قلب سليم آهي

# پلا پاڳ

طرز: مديني پاڪ ۾ گهڙيون گذارڻ



ٽلهه : پلا ٿيا ڀاڳ تن جا جي مديني ۾ رهن پيارا
صبح ۽ شام سهڻي جو حرم سهڻو ڏسن پيارا



گهڙي باب السلام منجهان پڙهن ٿا نفل شڪر سندو
اچي پوءِ سڄڻ جي سامهون سلام پيا پڙهن پيارا



اتان ڪان پوءِ رياض الجنة ۾ پڙهندا نفل آهن
جتي محراب مدني جو اتي سجدا ٿا ڪن پيارا



مٺي محبوب جي منبر جو ڪن ديدار ٿا دم دم
سدائين شوق سهڻي جي ڏسڻ جو ٿا رکن پيارا



صحابن جي ٿلهي تي ٿا نماز پڙهن نياز ڪندي
ايڏي الله تعالىٰ جي عنايت هيءَ اٿن پيارا



پيراندي پاڪ ڪان بيهي اندر جو حال اورن ٿا
پوءِ نڪري باب بقيع ڪان بقيع ڏي ٿا اچن پيارا



جتي مدفون صحابي ۽ رسول الله جي آل آ
انهن جي حاضري سڪ سان سدائين ٿا ڏين پيارا



ڪندو الله شل "ادريس" تون مرندين مديني ۾
جتي جي موت لاءِ عاشق لکين سڪندا وتن. پيارا

# مديني ڏي

طرز: رب وري وري آئي



ٿلهه: هل،هل،هل،هل هڪدم، حبدار، مديني ڏي
رب طاقت ڏيئي ته سگهو ٿي تيار مديني ڏي



جت آرامي آهي سردار سڄي جڳ جو
دل چئي ٿي رهان ويندو صد بار مديني ڏي



مڪه به پلو آ پر واهه شان مديني جو
مڪه کان ڪئي هجرت منٺار مديني ڏي



هو شام ۾ رهيو پر محبوب ميار ڏنس
ڪيئن روئندو بلال آيو ڏس يار مديني ڏي



ابوبڪر، عمر، عثمان ڪري هجرت هت آيا
ڪئي هجرت پڻ حيدر ڪرار، مديني ڏي



"ادريس" ادب خاطر ڪئين پير اگهاڙا ڪري
روئندا ايندا آهن دلدار مديني ڏي

# مديني منوره جي حاضري

ٿلهه: الله نصيب ڪئي ديدار جي دولت آ
ان شهر ۾ آيس جت رکي فيض ۽ فرحت آ



جيئن نظر پئي نيلن تي رب پاڪ جو شڪر ڪيم
جنهن مون کي نصيب ڪئي هي نرالي نعمت آ



جنهن شهر ۾ خاڪ شفا جتي رکي نفعا ۽ نفعا
هن حرم ۾ رکرائي رب رياض الجنة آ



هت باب السلام کان بهتر آ اول اچجي
پڙهي نفل الله اڳيان ڪبي نياز ۽ نوڙت آ



واهه شهر مدينه آ، رحمت جو خزينو آ
هن شهر جي هر عاشق جي دل ۾ عزت آ



"مَنْ زَارَ قَبْرِىْ" آ فرمان حبيبن جو
جنهن زيارت ڪئي تنهن لاءِ واجب ٿي شفاعت آ



"ادريس" الله ڪري هر هر پيو حاضر ٿيان
هن کان زياده مون لاءِ ٻي ڪانه سعادت آ

# بهاري آ مديني ۾

ٿلهہ: سدا سياري اونهاري ۾ بهاري آ مدينه ۾
نبي نرمل عمر ڏهہ سال گذاري آ مدينه ۾



هزارين سال اڳ جيڪي لنگهيا هن سر زمين وٽان
ٻڌايو تن تہ اچڻي ذات پياري آ مدينه ۾



خليل گهري مڪہ لاءِ دعا حبيب گهري مدينه لاءِ
سندن صدقي ٻيڻي برڪت ڀلاري آ مدينه ۾



هتي سهڻو حرم آهي هتي بيحد ڪرم آهي
ڪريم سندي وڏي ير قربداري آ مدينه ۾



هتي جون ڪارڪون وهوا مگر عمدي آهي عجوا
خصوصي مصطفیٰ جي نظرداري آ مدينه ۾



تهجد ڪان وٺي وٽهندا پڙهي اشراق آهن اٿندا
تنين زندگي صلواتن سان سينگاري آ مدينه ۾



خدايا خير سان "ادريس" کي پهچايو پرين وٽ
گنهگارن جي ٽيندي غمگساري آ مدينه ۾



# سچا عاشق

طرز: چوي دل تي هجي سامهون سدا سردار جو روضو



ٿلهه: نبي ننگدار جا عاشق سچا سني سونهارا ٿئي
سدا وردِ زبان جن يا رسول الله جا نعرا ٿئي



سني ناهين ته ڪر توبهه سني تي ڇڏ ٻيا مذهب
ٻيا مذهب رکڻ وارا ويا ڀلجي ويچارا ٿئي



اهو ئي حق جو آ رستو اهو آ دين سر بستو
عقيدي ان تي اصحابي شهيد ۽ ولي سارا ٿئي



چيو سرڪار آ منهنجي خليفن جي سنت پڪڙيو
انهيءَ ارشاد تي عامل سيئي الله وارا ٿئي



جهلن جيڪي نياڳا يا رسول الله جي نعره کان
ڀليل آهن توڙي ڪن جي نظر ۾ سي ڀلارا ٿئي



ڀلي ڀورا هجن تڏهن به نمڪ ناهي ذرا تن ۾
جهڙو منهن تن جو تهڙا تن جا ڪنيل قلب ڪارا ٿئي



قرآن حديث پڙهندا پر نہ لهندا تن جي نڙي منجهان
ڏنا آقا حديثن ۾ اهي واضح اشارا ٿئي



وتن ٿا امت کاريندا سچن سنين کي ماريندا
خبر ناهي الا ڇو تن سان تنهنجا گڏ گذارا ٿئي



خدا محفوظ رکي شل سندن بڇڙن عقيدن کان
سچا سني ادا "ادريس" پرور کي پيارا ٿئي

فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم :
"جنهن مون تي درود شريف پڙهڻ وساري ڇڏيو اهو جنت جو رستو ڀُلجي ويو."

# وسيلو وٺڻ

ٿلھ: نبين ۽ ولين جو وسيلو وٺڻ سنت آ
وسيلي وٺڻ وارن تي خدا جي خاص رحمت آ



وسيلو حضرت آدم جڏهن ورتو مليس معافي
وسيلو وٺڻ وارن لاءِ ڀلائي آهي برڪت آ



"وَابْتَغُوْا" وارو آ فرمان فائق جو ڀلو ٻيئو
عمل ڪن ٿا سُني ان تي مٺي تن جي محبت آ



بخاري جي روايت سان آئي آهي حديث ڀلي
وسيلو حضرت عباس جو ورتو عمر حضرت آ



جڏهن ٿي فوت حضرت علي جي جيجل امان سائڻ
سمهي ان جي قبر ۾ مصطفیٰ ڪئي ان تي شفقت آ



پنهنجي سر ۽ نبين ٻين سان سهڻي وسيلو وٺي
علي جي پاڪ امان تي ڪئي عربي عنايت آ



وسيلي جا دليل ڪئين لکي "ادريس" چا لکندين
لکاءِ نہ ڏاهري ڪڏهين جو حق آ ۽ حقيقت آ

# خدا وارن جي خدمت

ٿلهه: جي چاهين ٿو ملي جنت، خدا وارن جي خدمت ڪر
گهرين جي رب سندي رحمت ..............



خدا جي ذات جي توحيد نبين جي نبوت ڪي
مڃي مومن رکي محبت..............



ڪتابن ۽ قيامت تي رکي تقدير تي ايمان
فرشتن جي مڃي عصمت ........



عقيدو رک ادب وارو بي ادبن کان پري پڇ تون
عقيدو رک اهلسنت ...............



پلائي بي حساب آهي پلارن جي غلامي ۾
ملي ٿو فيض ۽ فرحت.............



ڪئي خدمت حبيبن جي صحابن شوق ۽ سڪ سان
کٽي ويا دين جي دولت.............



صحابن ۽ امامن اوليائن سان عقيدو رک
ڇڏي بدڪاريون بدعت.............



خدا وارن کان ذڪر پڇي قلب ڪاري کي ڪر روشن
ملي تي لاجواب لذت..............



مزو "ادريس" آ الله وارن جي غلاميءَ ۾
اتان ٿيندي عطا عظمت..........



روضو مبارڪ
حضرت مخدوم
سرور نوح
رحمتہ اللہ علیہ



روضو مبارڪ
حضرت مخدوم
شهيد بلال
رحمتہ اللہ علیہ



حضرت علامہ مخدوم ابوالحسن ڏاهري
نقشبندي رحمۃ الله عليہ
جو زير تعمير روضو مبارڪ



مزار مبارڪ
حضرت مخدوم محمد اسماعيل پريالو وارو رحمۃ الله عليہ



مزار شريف
حضرت حبيب حضوري رحمتہ الله عليہ



درگاهہ شريف ذاکري سکرنڊ



درگاهہ
حضرت قبلہ سید امير محمد شاهہ امينائي شريف



روضو مبارڪ
حضرت علامہ مولانا
سائين نالي متو
رحمۃ الله عليہ



مزار مبارڪ
حضرت علامہ مفتي عبدالله نعيمي رحمۃ الله عليہ

# عقيدت ۾ مزو

طرز: محبت عشق جو مظهر علي المرتضىٰ آهي



ٽلهه: ادا الله وارن سان عقيدت ۾ مزو آهي
خدا جي خاص ٻانهن سان عقيدت ۾ مزو آهي



پڙهي اصحاب ڪهف سندو ذڪر قرآن ۾ ڏس تون
خدا جي نينهن وارن ساڻ نسبت ............



ڏسڻ سان جن جي ٿئي ٿو اندر ۾ ذڪر خدا جاري
اهي آهن ولي تن جي ولايت ۾......



"وَكُونُوا" امر بيٺو آ سچن جي سپ ڪيو صحبت
سچن ۽ صالحن ٻانهن جي صحبت..............



سچن جي صحبت آهي عطر جي دڪان جيئن دلبر
انهن جي قلب واري فيض فرحت ۾ ...........



نبي سهڻي ڪئي تعريف تن جي آ حديثن ۾
ثنا تن جي ڪرڻ عزت ۽ عظمت ۾ ........



مزارن ۾ ٻه مرد ستل آهن جيئرا مثل ناهن
انهن جي درشن و ديدار دولت ۾ ........



انهن جي صدقي ٿي "ادريس" تي اڄ ڪٿ عنايت آ
سندن صدقي ملي جو ڪرم ڪرامت ۾ ........

## حضرت غوث اعظم رضی اللہ تعالیٰ عنه جي منقبت

ٽلهه: دوست مون تہ دامن ورتي آ دستگير جي
پيرن جي ان پير جي مرشد محي الدين مير جي/ دوست......

★

حسب، نسب ۾ آ مٽي ان کي ٻيو پهچي ڪٿي
حسني حسيني وير جي..............

★

ڪرم مٿس آ ڪريم جو، رب العزت رحيم جو
ڳالهہ سڄي آ تقدير جي..............

★

جنهن بہ عقيدت سان ڏٺو، محي ٿو مرشد آ مٺو
جاءِ ناهي ڪنڌ ڪير جي..............

★

ذاڪر شاڪر بي مثل، جنهن جو نرالو آ نسل
آل آ شبر شبير جي ..............

★

سڪ مان جنهن ڪيو سوال آ. لهندو اڇي لڄپال آ
سار صغير ڪبير جي..........

★

اهڙي عظيم هيءَ ذات هئي. پرواهہ پياري ڪانہ ڪئي
ڪنهن بہ صدر يا وزير جي.......

★

مون تي مهربانيون ڪري. آيو قرب جا قدم ڀري
سڪ ڏٺائين سرير جي..............

★

ان جي دعا ھيءَ يار آ، ڏات ڏني ڏاتار آ
تحرير ۽ تقرير جي ........

★

ڏاهري ڏاج خدا ڏنس، عام نہ پير تڏهن پُنس
جاءِ نہ زور زنجير جي.........

★

"ادريس" ولي ھي واھ آ، مدد ڪندو الله آ
دکن پرئي دلگير جي .....

فرمانِ مصطفٰی صلی اللہ تعالٰی علیہ والہ وسلم :
"جنهن مون تي سؤ ڀيرا درود شريف پڙهيو الله عزوجل ان تي سؤ رحمتون نازل فرمائيندو."

# منقبت

## حضرت مخدوم علي هجويري "المعروف داتا گنج بخش لاهوري" رَحۡمَةُاللهِ تعالیٰ عَلیۡهِ

ٽلھ: مخدوم علي هجويري داتا گنج بخش رب جو آ ولي
هن جي در تي آيو فيض وٺڻ هو خواجه اجميري به هلي

★

هي حسيني سيد شان ڀريو، در تي آيل خالي نه وريو
هي سيد جيد عالم هو جهڙو نالو ڀلو تهڙي ذات ڀلي

★

هي ابو الفضل ختلي کان فيض وٺي پنجاب پرين پهتو
لاهور ۾ آ لڄپال رهيو. هي نعمت مدني صدقي ملي

★

مخدوم حسين زنجاني ڪئي جنهن رات وفات لاهور اندر
ان رات هي پيارو پهتو هو غمگينن لاءِ رب کولي گلي.......................

★

مسجد تي ڪيو اعتراض اتي جي وڏن، وڏن علمائن هو
ڪعبه کي سڌي ناهي سائين هي خلق جي آڏو ڳالهه کلي

★

سيني کي سڌي گڏ بيهاري پوءِ پڙهائي نماز پرينءَ پياري
سيني کي ڏيکاريائين ڪعبه کي آ سڌي تڏهين ٿي هُين تسلي

★

ڏاهري، الله ۽ سهڻي نبي کي راضي ڪيو هو هن ڪامل
هن سان راضي صديق، عمر هن سان راضي عثمان علي



"ادريس" اڃان تائين جيڪو هن جوان جي در تي ايندو آ
ڪندو نظر عنايت ان تي آ رب جو هي ڪامل ولي جلي



فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم :
"توهان مان بهتر اهو آهي جيڪو پنهنجي گهر وارن جي لاءِ
بهتر هجي۽ آءُ پنهنجي گهروارن لاءِ سڀني کان ڀلو آهيان"

# حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رَحْمَةُاللّٰهِ تعالیٰ عَلَيْهِ جي منقبت (1)

ٽلهه: تنهنجو منهنجو سڀ جو رهبر آهي امام رباني پيارو
هر دوجهان ۾ دل جو دلبر آهي امام رباني پيارو



الله وٽ مقبول بنائي، مالڪ منڙي سان جو ملائي
جنهنجو شان آ اعلیٰ اظهر..................



سهڻو شهر آ جنهن جو سرهند، فاروقِ اعظم جو آ فرزند
راضي ڪيو جنهن پنهنجو پرور...............



وهوا حسن جمال آ ان جو. قلبي ذڪر ۾ ڪمال آ ان جو
صورت سيرت جنهن جي بهتر.............



دين سندي تجديد ڪئي جنهن، سنت جي تائيد ڪئي جنهن
روشن ڪيو جنهن دين سان جهنگ جهر.......



حضور کان پوءِ نبي نه ٿيندا
مگر مجدد دنيا تي ايندا
محبوبن جي فيض جو مظهر.....



پوئتي نه حق کان پير ڪيا جنهن
باطل ٽوڙي ڍير ڪيا جنهن
سامهون نه بيٺا شير ٻبر نر........



ان جي طفيلي معاف خطا ٿئي
ان جي هٿان تو فيض عطا ٿئي
ڏاهري جنهن جو نجو آ نوڪر......



تورا هزارين هڪ ٻه نه لاهيان
"ادريس" ان جا ڳڻ ٿو ڳايان
شان ٿو ٻڌايان جنهن جو در در......



فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم:
"جيڪو مون تي درود شريف پڙهندو قيامت جي ڏينهن مان ان جي شفاعت ڪندس."

# منقبت

## حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رَحْمَةُ اللهِ تعالىٰ عَلَيْهِ جي منقبت (2)

ٿلهه: سرهند وارا سائين توتي سلام آهي
جيڪو سچو سني آ تنهنجو غلام آهي

★

عادل عمر جو پڇڙو ڪامل ولي خدا جو
توکي عطا ڪيو رب اعلىٰ مقام آهي....

★

تجديد دين ۾ آ توکي ڪمال حاصل
تنهنجي فيض کي ميڙيندو هر خاص عام آهي

★

جيڪو رکي محبت دل سان مريد ٿيندو
ان کي اوهان کان ملندو اعلىٰ انعام آهي........

★

غوثِ الورىٰ جي طرفان خرقو اوهان لاءِ آيو
ولين اڳين ڪيو جانب تنهجو ذڪر جام آهي........

★

اسلام جي جهنڊي کي ڪيو تو بلند بالا
ڪوڙو دين اڪبري ٿيو نيست ۽ ناڪام آهي......

★

تنهنجي اڇڻ جو آقا عربي اڳئي ٻڌايو
"صلة" جي لفظ ۾ هي محبوب مام آهي.....

★

تنهنجو اسم آ "احمد" حضرت حبيب وارو
اوپر ، اولھ ۾ تنهنجو نروار نام آهي.......

★

"ادريس" کي قلب جي تقويٰ ۽ تزکيو ڏي
هي ڏاهري جي خواهش منڙا مدام آهي.......

★



فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم :
"قوم جو سردار اهو آهي جيڪو ان جي خدمت ڪري."

# مرشد ڪريم حضرت خواجہ سجڻ سائين مدظلہ العالي جي منقبت

ساري دنيا ۾ سجڻ اوهان جو فيض آ جاري وهوا وهوا
اوهان ئي سُني، حنفي، بخشي اوهان غفاري وهوا وهوا



هتان نہ خالي ڪوئي وڃي ٿو. محبت وارو هر ڪو مڃي ٿو
جهڙي صورت پياري تهڙي سيرت پياري وهوا وهوا



دين دنيا جي برڪت تنهن کي. اوهان سان آهي محبت جنهن کي
پنهنجي صاف ۽ سهڻي زندگي تنهن آ گذاري، وهوا وهوا



انگلينڊ ۽ آمريڪا وارا. وٺن ٿا فيض فقير پيارا
چين ملائيشيا وارن جي دل اوهان آ ٺاري وهوا وهوا



قلب هو جنهن جو ڪنيل ۽ ڪارو، اندر هو. جن جو صاف انڌارو
تن جي اندر ۾ اوهان ذڪر جي شمع آ ٻاري وهواهہ وهواهہ



جي بہ ڏکايل در تي اچن ٿا، دعا جي لاءِ درخواست ڏين ٿا
اوهان جي دعا سان مالڪ تن جي مشڪل ٽاري وهوا وهوا



ذڪر ڪرائڻ وارا ڪامل، سنت مصطفوي جا عامل
اوهان جي ذاڪر قلب جي آ چمڪار چوڌاري وهوا وهوا



★

مون جهڙا مسڪين هزارين، حاصل ڪن ٿا يقين هزارين
ڏاڙهي، ڏندڻ، پٽڪو اوهان هر سنت جياري وهوا وهوا

★

"ادريس"جي بيعت آ اوهان سان، خاص مٺا محبت آ اوهان سان
ان جي دردن واري دل کي ڏيو دلداري وهوا وهوا

★

فرمانِ مصطفیٰ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم :
"مون تي درود شريف جي ڪثرت ڪريو بيشڪ هي توهان جي لاءِ طهارت (يعني پاڪائي) آهي."

# حضرت مخدوم نوح رَحۡمَةُ اللّٰہِ تعالیٰ عَلَيۡهِ جي منقبت

ٽلهه: هالا وارا حــــضرت سائين
رب جي اوهان تي رحمت آ سائين



آل صديق سچي جي آهيو، معمولي شخصيت ناهيو
هي آ نرالي نسبت سائين.............



مشڪل وارا جي ايندا هن، تن جا مشڪل حل ٿيندا هن
فيض پرايئون فرحت سائين .........



هند، بلوچستان ۽ سرحد، پنجاب وارا دلبر دلبند
اوهان سان ڪن ٿا الفت سائين ..............



اوهان لکي قرآن جي معنىٰ، فائق جي فرمان جي معنىٰ
ايڏي هئي علميت سائين....................



لطف الله آ اسم مبارڪ، فيض سان ڀريل جسم مبارڪ
اسان جي هيءَ آ عقيدت سائين......



ڪولي جڏهن ڪتاب پڙهيا اٿم، هڪ سؤ ڏهه القاب پڙهيا اٿم
واهه اوهان جي عظمت سائين........



لقب اوهان جو امين انور، مشهور آهي سخي سرور
کهڙي ڪيان مان وضاحت سائين.....



دعا جي طلب لاءِ شعر چيو اٿم، دل جو پورو شوق ڪيو اٿم
"ادريس" تي ٿئي عنايت سائين..............

# شهيد راهِ حق حضرت مخدوم بلال رَحۡمَةُاللّٰهِ تعالىٰ عَلَيۡهِ جي منقبت

(سندن ساليانی عرس جي موقعي تي)

ٽلهه : حضرت بلال جو اڄ آ عرس ساليانو
راضي انهيءَ تي رب ۽ حسنين جو آ نانو



سهڻي نبي جي بانگي وارو آ اسم ان جو
راهه خدا ۾ صدقي ٿيو آهي جسم ان جو
سهندو نه دين تي هو ڪڏهين طنز ۽ طعنو......



جنهن خواجه نقشبند جو فيض سنڌ ۾ آندو
محبوب مصطفیٰ جي محبت اندر هو ماندو
هي ان جو آهي عمده ۽ اعلیٰ آستانو..........



سن وارا سيد سائين هن جا خليفا آهن
حضرت هنگوري هتڙي ڪيا طي لطيفا آهن
قائم ڪيو محبت جو محب هت ميخانو..........



جڏهين ذڪر جو غلبو هن جوان تي هو ٿيندو
پاڻي ٽڏي ۾ ويهي گرمي ڪي هو لاهيندو
پاڻي به هن سان ٿيندو هو ذڪر ۾ روانو........



مولا رکي سدا هن درگاهه کي سلامت
مشهور آ ملڪ ۾ جنهن جو ڪشف ڪرامت
يادِ خدا ۾ يارو هي مرد هو يگانو.....



هن جاءِ تي آ مولا جي خاص مهرباني
هت فيض جو ورهائيندڙ جوان آهي جاني
هت علم ادب آهي ۽ راز عاشقانو....



ڏاهري نہ رهندو ڏک هت بيشڪ ٿيندي ڀلائي
ڪامياب ٿيندي جيڪا اچ هت جماعت آئي
هت رات ڏينهن ونڊجي ٿو خير جو خزانو......

فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم :
"جيڪو مون تي جمعي جي ڏينهن درود شريف پڙهندو آءُ قيامت جي ڏينهن ان جي شفاعت ڪندس."

# خواجه مخدوم محمد اسماعيل پريالو واري رَحْمَةُ اللهِ تعالىٰ عَلَيْهِ جي منقبت

طرز: اٿو اي فرشتو

ٿلهه: خصوصي ڪرم آ اوهان تي خدارا
سائين خواجه محمد اسماعيل پيارا



اوهان پَٽَ ڏٽي ڪي ڏنو پيار اهڙو
اوهان جي سلسلي جو ٿيو سالار اهڙو
جنهن جي در تان رگجي ويا راڄ سارا ......



جوٽيجا اوهان جي آ هي ذات سائين
مگر ذات تي ڪانه آ ڏات سائين
ڀلائي اوهان تي ڪئي رب ڀلارا.....



مٺو عبد الرسول اوهان جو لقب آ
بنايو اوهان راضي پنهنجو پاڪ رب آ
ڪيا ڪيئي روشن اوهان قلب ڪارا.....



علم جا اوهان عالم وڏا باعمل هئا
اوهان فيض جا چشما ڀلا بي بدل هئا
آهيو سنڌ سهڻي جا چمڪندڙ ستارا



اوهانـــــجي مـــــزار آمرجع خــــلائق
اوهـــــان آهـــيو فيض نبوي ۾ فائق
جهلي جن ٻه دامن ٿيا صالح سوڀارا.....



غرق ٿيل گناهن ۾ "ادريس" آهي
ڪيو دعا دعا ريءَ ٻي ڪا واهه نہ آهي
رکو نظر پنهنجيءَ ۾ سدائين سونهارا....

## حضرت قلندر شهباز رَحْمَةُاللّٰهِ تعالیٰ عَلَيْه جي منقبت (1)

ٿلهہ: آهيون عاصي عنايت ڪر سخي شهباز سيوهاڻي
عطا والي ولايت ڪر..............



ڪبير الدين سيد جو ٻچو سيد سچو آهين
آهيون سائل سخاوت ڪر..........



اسم تنهنجو رکيو عثمان تنهنجي والد گرامي آ
آهيون هيٺان حمايت ڪر..........



شريعت جو علم اول پڙهيو تو پيار سان پيارا
ڪرم جي ڪا ڪرامت ڪر.....



مزار اندر بہ زندهہ آهيو پيا فيض ونديو ٿا
اسان ڏي نظر حضرت ڪر ..........



گهري دعا پاڪ پرور کان ڪرايو حل مڙني مشڪل
ضعيف آهيون شفاعت ڪر .........



سلامي ڏيڻ لاءِ "ادريس" ايندو رهندو آ تو در
عطا فيض و فضيلت ڪر.......

## حضرت قلندر شهباز رَحۡمَةُاللّٰهِ تعالىٰ عَلَيۡهِ
## جي منقبت نمبر (2)

شهباز قلندر جو احوال ٻڌايان چا
رب ڪيڏو ڪيو ان تي آ ڀال.........



ذاڪر شاڪر آ محبوبن جو عاشق
هن ڪامل اڪمل جو مان ڪمال ......



سني هو سندس نالو عثمان پيارو آ
هي سهڻي حبيب سندي آ آل...........



هي عالم عابد هو قرآن سندو حافظ
ٿيو عشق محمد ۾ هي لال ......



هٿا وار سندس ڪنڌ تي ۽ چهري تي ڏاڙهي
هن عامل سنت جو اعمال ...........



سيوهڻ کي نوازيو آ الله سندس صدقي
ان جي تعريف سندي آ مجال ..........



مخدوم ڻٽي واري تعريف لکي وهوا
اِهي مدح نام سند ۾ اقوال ..........



ڏاهري ڏاتار ڏني آ ڏات قلندر کي
هن سيوهاڻي سهڻي جي ڳالهه ..........

★

"ادريس" اگھائي تو الله سندس در تي
سڪ واري سائل جو هر سوال ...........

★

فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم :

"ڪامل ايمان وارن مان اهو به آهي جيڪو عمده اخلاق وارو ۽ پنهنجي گهرواريءَ سان سڀ کان وڌيڪ نرم طبيعت هجي." (ترمذي جلد 4 ص 278)



# حضرت علامہ الحاج مخدوم ابوالحسن ڏاهري نقشبندي قدس سره العزيز جي منقبت

ٽلهہ : سنين سنڌين جو فخر ابوالحسن سائين سونهارو آ
هي ڏاهري قومہ جو نڪ، ناز ۽ قربن قرارو آ



آ بادل ڏاهريءَ جو پٽ ۽ عبد رشيد جو پوٽو
هي عبدالرسول جو بابو ڀلو بيحد ڀلارو آ



شروعاتي علمہ پڙهيو، محبت سان پنهنجي پَٽَ مہ
هالاڻيءَ مہ وجي حضرت پڙهيو ٻيو علمہ سارو آ



ابوبڪر آ پنهنجي استاد جو نالو لکيو منڙي
جو پنهنجي دور جو بزرگ وڏو پرور جو پيارو آ



نالي عبدالرسول ولي جي دلبر دست بيعت ٿيو
وڏو زاهد، وڏو عابد وڏو ساجد سوڀارو آ



پڪو سني، پڪو حنفي سچو عاشق، سچو سالڪ
سندس در تي اچڻ سان ٿيندو روشن قلب ڪارو آ



نقشبندي سلسلي مہ ٿيو فياض فيض ڏٺي
اسان جي لاءِ هي "ادريس" محبت جو مُنارو آ

# حضرت خواجہ محمد ابراهيم جان سرهنديؒ رَحۡمَةُاللّٰهِ تعالىٰ عَلَيۡهِ جي منقبت

فيض وارو سائين ابراهيم جان
رب جو پيارو......

★

عشق جي ميدان ۾ نسري هنيو، واهہ نعرو......

★

دين جو ڏئي درس آندو ملڪ ۾، هو سدارو.

★

آ مجدد پاڪ جي اولاد مان، هي ڀلارو......

★

ڪڏهن ڪنهن کي حق چوڻ ۾ ڪين هو، ڊڄڻ وارو.

★

بوبڪر فاروق عثمان و علي، جو دلارو.........

★

سنين جي ننيڙي وڏي کي تو رهي، ياد يارو..

★

حق چئي راضي ڪيئن رب ۽ رسول سچ هو سارو..

★

ڏاهري دعا سان تو ڏياري ڏکن کان، ڇوٽڪارو...

★

ڪر شکر "ادريس" توکي دعا ڪندو،هو سونهارو

# حضرت حبيب حضوري رَحۡمَۃُاللّٰہ تعالیٰ عَلَیۡہ جي منقبت

ٿلهہ: دور ڪري ڇڏ دلبر دوري، حضرت سائين حبيب حضوري



ڪرم ڪيو آ ڪريم توتي، نبي رؤف رحيم توتي
معاف ڪرائج هر مجبوري.........



جنهن بہ آ قلبي ذڪر ڪمايو، جڏهن بہ دلبر تو در آيو
نظر سان دل ٿي ان جي نوري......



سهڻي نبي جو وارث آهين، اسان لاء پيارو پارس آهين
سچي حقيقت هي آ سموري.........



نفس شيطان ٿا جنگ سدا ڪن، طبيعت ڪي پيا تنگ سدا ڪن
تن ڪي ڪري ڇڏ چڪنا چوري.....



عشق جو پيالو پيار اي پيارا، مثل دلين ڪي جيار اي پيارا
رهي محبت ۾ مخموري............



ڏاهري ڪي ڏيو ڏاج اي سائين، روحانيت جو تاج اي سائين
مجيو هي منهنجي منٿ ضروري.....



"ادريس" عرض ڪرڻ لاء آيو، ان تي نظرِ ڪرم فرمايو
ڪري الله سائين اميد پوري.........

## استاذ الاستاذ حضرت علامہ قبلہ سائين امير محمد شاهہ الحسيني النقشبندي رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ اميناڻي واري جي منقبت

اميناڻي واري سائين جو منصب بي مثال آهي
علمہ جو با عمل عالمہ نبي جي پاڪ آل آهي



امير محمد نالو آ، نسب ان جو نرالو آ
حسيني آهي هي حضرت، سندس ڪيڏو ڪمال آهي



پلائي ڪئي مٺس باري پڙهايائين عمر ساري
سڄي سنڌ ۾ رهيو مشهور جانب جو جمال آهي



سائين محمد هاشم وٽ ڪئين ڪتاب پڙهيو هيو پيارو
عطا ڪئي رب انهيءَ کي هيءَ نعمت لازوال آهي



سڄي زندگي پڙهائڻ ۾ رهيو مصروف هي منڙو
پسند ڪيو ڪيس پرور پاڪ رب ذوالجلال آهي



منهنجو استاد سائين پيارو، سندس شاگرد سونهارو
مدرس بي مثال، هيو اها مشهور ڳالهہ آهي



نقشبندي سلسلي ۾ ڪيئين حاصل ڪمال وڏو
ڪيان تعريف تنهنجي مان، مون کي ڪهڙي مجال آهي



خدائي ذات آهي ڏاهري، جنهن کي گهري ٿو ڏي
انهيءَ جي ڪرمہ ريءَ "ادريس" ٻانهي جو ڇا حال آهي

# درگاھہ خياري شريف جي منقبت

ٽلهه: خدا پاڪ ۾ ان جي پيارن ڪي پياري
آ درگاھه خياري، آ درگاھه خياري



نقشبندي نيڪن جو هي سلسلو آ
هتي ذڪرِ قلبي سندو ولولو آ
هتي ٿيندي روشن آ دل ڪئيل ڪاري....



هتي هر سجاده نشين آ ٻلارو
خدا جو سو ٻانهو آهي فيض وارو
ذڪر ذات سان آ دنيا جنهن اجاري....



عقيدت، ارادت رکي جيڪو ايندو
خدا جي ڪرم سان ڪامياب ٿيندو
عطا ٿيندي ان کي بلاشڪ بهاري......



خدا جو ڪرم آ ٻلارن هنن تي
حبيبِ خدا جي پيارن هنن تي
ذڪر ۾ جنين زندگي آ گذاري....



هتي ماٺ ۾ نفس ماريندا آهن
دعا سان دکي دل کي ٺاريندا آهن
شريعت تي عامل رهن عمر ساري



ڏيندو "ڏاهري" هت سدا حاضري آ
هي درگاهہ دلبر محبت ڀري آ
اندر ۾ شمع عشق جي جنهن آ ٻاري....



ڪري عرض"ادريس" تو اي مريدؤ
ڪري دين تي عمل جيڪڏهن ايندؤ
ڀلايون اوهان تي ڪندو يار باري........

فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم :
"توهان جتي بہ هجو مون تي درود شريف پڙهو توهان جو درود مون تائين پهچندو آهي."

# منقبت درگاهہ ذاڪري

ذڪر ۽ اذڪار جو، مرڪز آ درگاهہ ذاڪري
عشق جي اظهار جو، مرڪز آ درگاهہ ذاڪري



هت "محمد شاهہ" مٺو هجرت ڪري آيو هلي
ان مٺي منٺار جو، مرڪز آ.........



جنهن جي دعا سان رب انڌي جي اکين کي روشن ڪيو
شاهہ جي سينگار جو، مرڪز آ.......



سائين "احمد شاهہ" سهڻو سائين آ جنهن جو لقب
ان پرين جي پيار جو، مرڪز آ........



شهر سڪرنڊ تي وسايو هي ڪڪر قادر ڪريم
فيض جي وسڪار جو، مرڪز آ....



ادب سان ايندو سدا "ادريس" عاجز آ هتي
هر سني حبدار جو، مرڪز آ...........



## منقبت حضرت علامہ مفتي عبدالله نعيمي رَحْمَةُاللّٰہِ تعالٰی عَلَیْه
(باني مدرسه جامعه مجدديه نعيميه صاحبداد ڳوٺ ملير ڪراچي)

طرز: محبت عشق جو مظهر علي المرتضىٰ آهي

★

ٽلهہ: علامہ مفتي عبدالله خداوند جو پيارو آ
ڪيو قائم ملير اندر جنهين علمي ادارو آ

★

سندس بابو آيو ايران کان هو سنڌ سهڻي ۾
عطا ٿيو ان کي سهڻي سنڌ ۾ فرزند پيارو آ

★

ننڍي کان ئي سلڇڻو، سمجهہ وارو با ادب هيڙو
پڙهي ديني علم عالم ٿيو، سائين سوڀارو آ

★

بلوچستان، هندستان، سنڌ، پنجاب وارن کان
پڙهيو پيار ۽ محبت ساڻ ديني علم سارو آ

★

مفسر هو محدث هو فقيه وڏو هيو فاضل
نقشبندي، سلسلي قادري ۾ هي قرارو آ

★

اهم علماء مان اعلىٰ ۽ مُدرس بي مثال هيو
ڪتب خانہ سندس جو واهہ واهہ نئون نظارو آ

★

سندس فرزند فاضل با عمل عالم عجيب آهن
محمد جان سيني ۾ نرالو ۽ نيارو آ

★

كماليت ، ڪرامت ، فيض برڪت ۾ اوچو اعلیٰ
نبي جي عشق الفت جو هي چمڪندڙ ستارو آ



مزار اندر رهي ٻہ سندس هلي ٿو فيض دنيا ۾
پڇي ڪيڏانهن منڪر ڪي پڇڻ جو ڪونہ چارو آ



مدرسہ جامعہ مجدديه نعيميه جو هيو باني
سوين علماء پڙهي جنهن مان آندو سنڌ ۾ سدارو آ



ڪراچي کان ڪيٽي بندر بدين کان هيٺ هليو وڃ
جنهن جا شاگرد ملندا هي اهو ئي جيءُ جيارو آ



سندس صدقي عرض "ادريس" جا مالڪ اگهائيندو
ولين جي وسيلي ڏاهري مٺبو مونجهارو آ

فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم :
جنهن مون تي سؤ ڀيرا درود شريف پڙهيو الله عزوجل ان تي سؤ رحمتون نازل فرمائيندو.

# مولانا محمد داؤد لاڪو مرحوم جي چاليهي تي ڇپيل

(وفات بمورخہ 17 رجب 1431 ھہ)

## دعا جو شعر

تلهہ: مولوي محمد داؤد سائين
جاءِ تنهنجي جنت آ سدائين



عالمہ صالح، نيڪ هُئين تون
اهل سنت جي ٽيڪ هُئين تون
هر سني کي ياد تون آهين.........



داؤدي الحان هو تنهنجو
وعظ بہ عاليشان هو تنهنجو
پڙهي قرآن پيو سڀ غم لاهين.....



عزيز رحمٰن ۽ تون پيارا
پائر هيڙئو ٻئي پلارا
منزل ماٺي اوهان مٺاهين ........



ٻنهي جا ٻچڙا شاد هجن شل
نديا وڏا آباد هجن شل
اها دعا آهي اڄ تائين.....





علم جي دولت ملي اوهان کي
فيض ۽ برڪت ملي اوهان کي
قادر ڪرم هي خاص ڪيائين........



مهر ڪئي مدني مير اوهان تي
نظر ڪئي ڪامل پير اوهان تي
سائين سچڻ سنيار لڌائين



"ادريس" عالم پارس آهن
نبين جا هي وارث آهن
تون بہ سندن خادم پيو سڏائين ........



فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم :
"جنهن مون تي سؤ ڀيرا درود شريف پڙهيو الله عزوجل ان تي سؤ رحمتون نازل فرمائيندو."

## حضرت علامہ مولانا سائين نالي مٺو ڀٽيو جي منقبت رَحۡمَةُاللّٰہِ تعالیٰ عَلَیۡهِ

ٺلهہ: چنڊ چوڏهينءَ جا ڪر خبر ڪاڏي ويو نالي مٺو
هت دوستن سان مُرڪندي ملندو هيو نالي مٺو



آ رات ساڳي موقعو ساڳيو آ مونٽي آئيو
پر چا ڪجي جو دوستؤ ڪين مونيو نالي مٺو



هڪڙو هو پٽ ماءُ پيءُ کي ۽ ڀينرن کي ياءُ هڪ
الله جي آرڊر ڪسي زوريءَ نيو نالي مٺو



هن ياٽپوٽن (ٻگهين) ۾ پلارا ٻيا ٻہ ٿي سگهندا مگر
ٿيو آ نہ ٿي سگهندو مٺا ڪڏهن ٻيو نالي مٺو



درگاهہ خياري ۽ اميناٽي ۽ پرچوندي شريف
جي بزرگن جو دادلو دائم رهيو نالي مٺو



هر عشق جي ميدان ۾ عاشق سچو ثابت رهيو
ڪيئن عشق جي آڙاهہ ۾ ڪاهي پيو نالي مٺو



هو مرڪزي تنظيم جو هي ناظمِ اعلیٰ عجيب
تنظيم جي ڪم لاءِ مڙني موڪليو نالي مٺو



ڪيئي صفون ان جي جنازي جون ڏسي انسان چاهہ
پڪين ٻہ پنهنجي ڇهنب کي چوري ڇيو نالي مٺو

★

اڄ اهلسنت وارا ڳڏجي دعا گهرو دلدار لاءِ
سائين محمد داؤد جو پٽ دادلو ناليِ مٺو

★

ديني علم جو ڪم ڪندي پهتو هي پرور پاڪ ڪي
"ڏاهري" هيو هن ڏيهه لاءِ روشن ڏيو ناليِ مٺو

★

هڪ نہ هي "ادريس" پر ڪئين راڄ ٿا روئندا وتن
جن ڪي ٿي ڏک سک ۾ سدا ڪم آئيو ناليِ مٺو

"ايمان اصل ۽ اعمال فرع آهن." (حضور غوث پاڪ رضي الله تعالیٰ عنه)

# نماز جي ترغيب

ٽلهه: پڙهه نمازون پنج پيارا پاڪ رب سان پيار ڪر
عالمِ ارواح وارو پورو تون اقرار ڪر

★

فرض ڪئي فرقان ۾ مالڪ مٿي تو تي نماز
فرض لاهڻ فرض آهي ڪين سستي يار ڪر

★

ٻين جي آڏو جهڪي، پانهون ٻڏي بيٺو رهين
جهڪ خدا آڏو، جهڪي اسلام جو اظهار ڪر

★

تنهنجي لاءِ هي تحفو آندو مصطفیٰ معراج تان
ساهه سان سانديي انهيءَ ڪي راضي رب غفار ڪر

★

پائبندي سان صحابن ۽ امامن آ پڙهي
بي نمازي ٿي نه پاڻ کي خواه مخواه خوار ڪر

★

بانگ ٻڌنديئي وضو سان پهچ مسجد ۾ مٿا
فرض، سنتون ۽ نفل سان نينهن کي نروار ڪر

★

هٿ کڻي تڪبير چئي پڙهه، تون ثنا سبحان جي
پوءِ کولي ديد دل جي يار جو ديدار ڪر

★

پڙهه قرآن ڪريم ٿاهي نينهن سان نماز ۾
پوءِ رڪوع سجدو ڪري سيني سندو سينگار ڪر

★

★

پڙهه تون التحيات ۽ دلبر نبي جي مٿان درود
راضي محبوب خدا جي دل مٿا منٿار ڪر

★

پڻ سلامن سان نماز ختم ڪري گهر تون دعا
عرض سڀ "ادريس" رب کي روئي زاروزار ڪر

★

فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم :
"توهان جتي ٻه هجو مون تي درود شريف پڙهو توهان جو درود مون تائين پهچندو آهي."

# جمعي جي ڀلائي

ٽلهه : جمعي ڏينهن جي آهي بيحد ڀلائي
ڪلام خدا ۽ حديثن ۾ آئي



آهي "ذَالِكُمْ خَيْرٌلَّكُمْ" قول رب جو
آ "فَاسْعَوْ اِلٰى ذِكْرِ اللّٰهِ" ٻول رب جو
آهن ڏينهن جي عزت واليءَ وڏائي....



انهيءَ ۾ گهڙي هڪ آهي اهڙي ايندي
دعا جا ٻه گهربي آ مقبول ٿيندي
سواليءَ جي ٿيندي انهيءَ دم سٺائي....



انهيءَ ۾ جهنم کان ڇهه لک ڇٽندا آهن
خدا جا ڪرم ڪينڪي کُٽندا آهن
ذڪر ۽ شڪر جي هجي وات وائي....



پڙهي سو دفعا جيڪو صلواة ٿاهني
انهيءَ تي خدا جو وڏو ڪرم آهي
ٿيندس سو مُرادون پوريون حديث آ اها ئي



ڪري غسل جيڪو آ خوشبوءِ هڻندو
جمعہ ڏينهن مالڪ مٺي ڪي سو وڻندو
اهڙي ڪئي رسولِ خدا رهنمائي



جمعه ڪي سڏيو عيد عثمان سهڻي
نبي جي نياڻي مهربان سهڻي
پڪو قول آ ان ۾ ڪانهي ڪچائي



اي "ادريس" اهڙو ڀلو ڏينهن مليو
اسان عاصيُن جو آهي ڀاڳ کُليو
عبادت ڪرڻ ريءَ عمر آ اجائي

فرمانِ مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم :
" مان علم جو شهر آهيان ۽ ابوبڪر ان شهر جو بنياد آهي، عمر ان جي ديوار آهي، عثمان ان جي ڇت آهي ۽ علي ان جو دروازو آهي." ( نزهة المجالس جلد 2 صفحو 214)

# زڪواة جي باري ۾

طرز: ڪڏهن تہ مولا

ٽلهہ: زڪواة فرض آ خدائي مومن زڪواة ڏي تون ضرور پيارا
زڪواة ڏيندڙ جي مال ملڪيت ۾ پوندي برڪت ڀرپور پيارا

★

زڪواة جو ذڪر بار بار آ نماز سان گڏ ڪيو خداوند
زڪواة ڏيندڙ تان رب ڪندو آهي درد دشمن بہ دور پيارا

★

جيئن ڪپڙو ڌوئڻ سان صاف ٿئي ٿو زڪواة سان صاف ٿيندي ملڪيت
خدا بہ راضي زڪوات سان ۽ راضي آ حضرت حضور پيارا

★

ڪئي ڪري جو رکي ٿو پيسا زڪواة ان مان ڌرو نہ ٿو ڏي
ٿي نانگ ان کي ڏنگيندا محشر ۾ ڪين مڙندا سي مور پيارا

★

قارون سان گڏ هوندو جهنم ۾ جلندو رهندو بچي نہ سگهندو
هتي شراب ۽ زنا حوالي اتي پيو سهندو ڪئين سور پيارا

★

خدا جو حق آ زڪواة ڏي تون غريب مسڪين ڪائي خوش ٿين
انهن جي دعائن جي صدقي بخشيندو تنهن جا قادر قصور پيارا

★

حلال روزي ڪمائي خود کاءُ غريب کي بہ کاراءِ خوشيءَ سان
تنهنجي غذا ۽ تنهنجو اندر ٿيندو نبي جي صدقي ۾ نور پيارا

★

هي عرض "ادريس" ڪيو آ توکي ادب محبت منجهان اي مومن
زڪواة ڏيندڙ آ وڌندو رهندو هي قول آهي مشهور پيارا

# رمضان ۾ عبادت جي ترغيب

ٽلهہ: اٿ يار عبادت ڪر. رمضان مهيني ۾
قرآن تلاوت ڪر..................

★

تيئن پڙهہ قرآن پڙهيو جيئن سهڻي سخي سرور
حاصل هي سعادت ڪر..

★

هن نفس نياڳي کي ماري ميراءِ مٿا
اظهارِ شجاعت ڪر..............

★

سردار جي سنت آ پڙهہ ٺاهي تراويحون
بس استقامت ڪر..............

★

هن ماهہ ۾ مسڪينن جي مدد ڪرڻ گهرجي
دل کولي سخاوت ڪر.........

★

جڏهن روزو کوليندي تڏهين دل تي بهار ٿئي
محسوس ڪماليت ڪر....

★

"ادريس" محبت سان هي مهينو ملهائج تون
غافل تي نہ غفلت ڪر.........

# ليلة القدر جي فضيلت

ٿلهہ: شبِ قدر گهڻين راتين کان رات ڀلاري آ
سرڪار جي امت لئہ سوغات پياري آ

★

قرآن ڪريم اندر آيو آ اسم ان جو
هن رات سڳوري جي ڇا بات ڀلاري آ

★

هڪ طرف هزار مهينا ڪري عبادت ڪو
هي رات ملهائيندڙ لاءِ ذات ڀلاري آ

★

قرآن ڪريم سندو ٿيو نزول آ ان ۾
جبريل کڻي آيو آيات..........

★

"تَنَزَّلُ" مان ثابت آ نزول فرشتن جو
لهندا جيسين نہ ڦٽي پرڀات ڀلاري آ

★

محبوب جي امت تي ٿا اچن سلام ڪرڻ
ان سهڻي جي صدقي جنهن جي ذات ڀلاري آ

★

"ڏاهري" ڏاتار کان جيڪو گهرڻو ٿئي گهر تون
هن رات ۾ خاص ڪري برڪات ڀلاري آ

★

الله جو ذڪر ڪري "ادريس" اُجار اندر
قرآن پڙهڻ سان گڏ صلوات ڀلاري آ

# حج ڪندڙ کي مبارڪ

طرز: دلبر جي در تي ويهي

ٽلهه: لک لک اٿئي مبارڪ حج ڪرڻ وارا حاجي
بخشائي بديون مونٽين بيشڪ ٻلارا حاجي



حج فرض آ خدا جو قرآن ۾ حڪم آ
طاقت وارو ڪري حج پرور جا پيارا حاجي



احرام سان ڪراچي کان ٿئين جدي روانو
"لبيڪ" پڙهيئي دل سان دلبر دلارا حاجي



مڪي شهر ۾ پهچي سامان ڪيو تو سولو
پوءِ حرم ڏي وڌايئي وک اي سونهارا حاجي



عمره ادا ڪري تو پوءِ ڪئين طواف ڳيئي
لاٿا خدا تنهنجا غم ۽ غبار سارا حاجي



مڪي مان نڪري رهئين تون رات جو منيٰ ۾
روئڻ سان ٿين روشن جت قلب ڪارا حاجي



عرفات ۾ ادا ڪيو تو اهم رُڪن حج جو
راضي بنائيي رب کي قرين قرارا حاجي



★

موٽي اچي رهنين تون مزدلفي ۽ منىٰ ۾
پٿريون هٽي پوءِ قرباني ڪيئي خدارا حاجي

★

"ادريس" حج الاهي انعام آ يقينن
حج ڪان پوءِ پاڻ ۾ تون آڻج سُڌارا حاجي

★

فرمانِ مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم :

"منهنجي صحابه ڪي گارمتان ڏجو.ڇوته آخري زماني ۾ هڪ قوم ايندي جيڪا منهنجي صحابه ڪي گاريون ڏيندي جيڪڏهن اهي گاريون ڏيڻ وارا بيمار ٿين ته انهن جي عيادت نه ڪجو جيڪڏهن مري وڃن ته انهن جو جنازو نه پڙهجو انهن مان ڪنهن سان نڪاح نه ڪجو نه انهن ڪي سلام ڪجو ۽ نه انهن جي لاءِ رحمت جي دعا ڪجو". (تاريخ بغداد جلد 8 صفحو 139)

# اضحیٰ واري قرباني

ٽلهہ: خليل خدا جي آ سنت پياري
هيءَ قرباني ساري، هيءَ قرباني ساري



اهو آ پيغمبر خدا کي پيارو
جنهن جي ملت تي آ مٺا ڏيهہ سارو
ڏني درس وحدت جو دنيا جنهن سڌاري ....



آيو ڪينڪي هو اچان جو ان جڳ ۾
خبر ان جي آمد جي پئي سڀ کي اڳ ۾
جنهن جي صدقي ٿيندي بلاشڪ بهاري......



وڏو ٿيو تہ توحيد اظهار ڪيائين
بتن جي عبادت جو انڪار ڪيائين
وڌي مشرڪن ۾ بيحد بيقراري......



پڇي بت جڏهن پور ڪيا هن ڀلاري
چيائون سزا ڏيوس آڙاهہ ٻاري
ڪيو امر نمرود هي جلد جاري......



وڌائون جڏهن باهہ ۾ هي ڀلارو
مٺي مصطفیٰ جو ڏاڏو پيارو
سندس نور صدقي خدا باهہ ٺاري ......





وئي حضرت لوط کي پاڻ سان گڏ
چيائين تہ هن بيقدر ملڪ کي ڇڏ
سندس ذات بهتر ۽ ملت پلاري ......



مصر ۽ فلسطين کان ٽيندو آيو
مڪ پاڪ کي واهہ وا تنهن وسايو
بنايائين نئين سر اچي بيت باري......



ٻہ گهرواريون ان جون هيون ٻئي پلاريون
ٻــئي نيڪ بيبيون وفا ڪرڻ واريون
خليل خدا سان عمر جن گذاري......



ڄائو پهرين مان حضرت اسحاق پيارو
ڄڻيو ٻيءَ اسماعيل سائين سونهارو
جنهين تان هئي ڪاتي خدا پاڪ ٽاري......



ڪُنو انهيءَ پٽ ٽي اوهان ڪيئن ڪهنڊؤ
ڪُهو جانور تان اهو اجر لهنڊؤ
ڇڏيو سستي مؤمن ڪيو ترت تياري......



ڏنو امتحان ڏاهري ٻن نبين
سهو سور تيئن جيئن سَنا تن نبين
آهي امتحان تن جي سنت سونهاري ......



★

ڪُھڻ جانور آ ابراھيمي سنت
ھي "ادريس" پورو ڪري امر امت
قيامت ۾ سو ٿيندو تن جي سواري......

★

فرمانِ مصطفٰی صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم :
"خدا جو قسم! مون کي اھو خوف ناھي تہ مون کان پوءِ توھان شرڪ ڪرڻ لڳي ويندؤ."

# اضحيٰ جي فضيلت

ذوالحج جي عيد آئي. اضحيٰ ڪيو اي مومن
باريءَ ڪئي پلائي، اضحيٰ ڪيو اي مومن



الله جو حڪم آ" وَانْحَرْ" لفظ مان واضح
ٿيندي امر ادائي، اضحيٰ ڪيو اي مومن



طاقت جي هوندي اضحيٰ جيڪو نه ٿو ڪري پيو
تنهن عمر آ وڃائي، اضحيٰ ڪيو اي مومن



اضحيٰ نه ڪندڙ جي لاءِ فرمائيو حبيبن
ان لاءِ نه آ چڱائي، اضحيٰ ڪيو اي مومن



اضحيٰ جي جانور جي هر وار بدلي نيڪي
تو لاءِ خدا لڪائي، اضحيٰ ڪيو اي مومن



اضحيٰ ڪندي جو رت جو پٽ تي ڦڙو ڪري ٿو
ٿي معاف هر مدائي، اضحيٰ ڪيو اي مومن



"ادريس" اضحيٰ ڪندڙ اُٿندو جڏهن قبر مان
سواري ٿيندي سٽائي، اضحيٰ ڪيو اي مومن

# ايصالِ ثواب

ٿلهه : مٺي مدني جو امتي مرڻ کان پوءِ نٽڪو ناهي
انهيءَ کي دعا جو درجو ملندو آ قرآن ۾ آهي



"رَبِّ اجۡعَلۡنِيۡ" دعا ڪــي پــڙهه ته ان ۾ "رَبَّنَا اغۡفِرۡلِيۡ"
اڳيان "وَلِوَالِدَيَّ" چئو چڏي تو غم سيئي لاهي



دعا وانگر ملي ٿو خير جو درجو به مومن کي
حديثن ۾ انهيءَ جو ذڪر آ منڪر کي پوءِ ڇاهي



صحابي سعد جي امان اچانڪ فوت ٿي جڏهين
مسئلي پڇڻ لاءِ آيو حبيب ڪريم وٽ ڪاهي



امڙ جي لئه ڪيان جي ڪجهه ته ڇا ان کي اجر ملندو
چيو سائين ڀلي ڪر تو غلطين کي ڇڏي ڊاهي



حبيبن جي اجازت سان ڪوڻايائين کوهه خير اتي
رکئين نالو امڙ جو ان تي جڏهن تيار ڪيئين ٺاهي



عقيدو اهلسنت جو اهو "ادريس" برحق آ
ٻڌايو صاف تو هاڻي رکي جنهن جي به دل چاهي

# والدين جو ادب

سدا ماءُ پيءُ جو ادب ڪر پيارا، جنين صدقي تو هي ڏٺا ڏيھ سارا



اهي راضي هوندئي تہ رب پاڪ راضي، ڪري سندن خدمت تون ٿي مرد غازي
پلايون انهن جون تون پائنج پلارا، ......



فقط ماءُ جو ڪِن آهي حق ٻڌايو، پرين پيءُ جو تن نہ ڪِنُ هڪ بہ ڪايو
جهين ٻچن جي لاءِ سٺا سور سارا ......



حبيبن چيو پيءُ جنت جو در آ، ٿيندو جنهن مان جنت ڏي ماڻهو اندر آ
سدا خيال ان جو رکج تون خدارا ......



سچو ڏينهن تو لاءِ ٿو جيڪو ڪمائي، امڙ بہ انهيءَ جي ڪمائي مان کائي
ڪري ٻچن لاءِ ٿو غمن ۾ گذارا ......



ٻچو ڪوبہ جڏهين آ بيمار ٿيندو، ڪئي پيءُ ڪُلهن تي حڪيمن ڏي ويندو
گهرائيندو درويشن کان دعائون دلارا ......



امڙ جي قدم هيٺان جنت رکيل آ، حديثن ۾ ارشاد اهڙو لکيل آ
هي "ادريس" آهن اندر جا اجارا ......



## نصيحت

### مغرور نہ ٿي مٺڙا

هن فاني دنيا تي مغرور نہ ٿي پُٽڙا
آ خواب مثل هن تي مخمور نہ ٿي مٺڙا



هر خانُ کپايو هن، ڪنهن سان نہ نڀايو هن
ڏسي مال ۽ ملڪيت کي مسرور نہ ٿي مٺڙا



فرعون ويو ڪا ڏي قارون ويو ڪاڏي
شداد مثل تون دين کان دور نہ ٿي مٺڙا



رشوت ۽ وياج وٺي ڪر دنيا ڪين ڪٺي
ناجائز ملڪيت سان پرپور نہ ٿي مٺڙا



الله جو ذڪر ڪري عقبیٰ جو فڪر ڪري
ٻئي ڪنهن جي محبت ۾ مجبور نہ ٿي مٺڙا



قرآني آيات پڑهي، سُهٹي صلوات پڑهي
"ادريس" اجار اندر بي نور نہ ٿي مٺڙا



## علماءِ حــق، علماء اهل السنة والجماعة علماءِ دين جي منقبت

**ٽيڪ** : نبي جي دين جا عالم پلارا ٿئي پلارا ٿئي
خدا ۽ مصطفیٰ محبوب کي ڏاڍا پيارا ٿئي



صبح کان شام تائين جي پڙهائن ٿا علم ديني
سدائين سوچ ۾ تن کي قرآن سندا سيپارا ٿئي



خدا جي ذڪر ۾ آهن، علم جي فڪر ۾ آهن
حديث حبيب جي پڙهندا محبت سان موچارا ٿئي



محمد مصطفیٰ تن جي ڪئي تعريف حديثن ۾
اهي سالڪ، اهي عاشق اهي صالح سونهارا ٿئي



علم ريءَ ڪيڏو عابد آ نہ مٽ عالم سندو ٿيندو
اهي فرمان. عربي گهوٽ جا دلبر دلارا ٿئي



سدا "ادريس" تن جي ڪر پيو خدمت خدا ڪارڻ
جيڪي عالم حبيبن جي عشق سڪ ۾ سوڀارا ٿئي



# مصنف جا ڇپيل ڪتاب

- تفسير احسن البيان مكمل 9 جلد
- الاربعين فی فضائل الخلفاءِ الراشدين
- جامِ تصوف
- سيرت بادشاهِ بغدادی
- التحفة المرضية شرح القصيده الغوثيه
- ترجمه مدح نامه سنڌ
- سيرت فاروق اعظم
- سيرت حيدرِ ڪرار
- سيرت اويس قرني
- ماڻڪ موتی لال
- التحرير المقبول اخبار اولادِ الرسول ﷺ
- فضائل مسواڪ
- نماز جي اهميت
- شاهہ جا چونڊ شعر ۽ سندن مختصر سوانح حيات
- ترجمه النفحات الباهرة (فارسي)
- دلائل ختم نبوة
- مفتاح السرور في تحقيق مسئلة النور
- مجموعة الاشعار
- ثبوة ختم النبوة من القرآن والسنة
- مناقب الصالحين
- احسن التشريح لبردة المديح
- الدولة الكبریٰ شرح اسماءُ الله الحسنیٰ
- تحفة الحجاج
- اللهِ جو احسان شرح قصيدهِ نعمان
- احسن التحقيق في سيرت الصديق
- سيرت عثمان غني
- قادري تحفه
- مومنن جی ماءُ سيدة عائشه رضی الله عنها
- سيرت الحسنين
- ترجمه رساله نور
- ترجمه الباقيات الصالحات
- سيرت شهيد گرهوڙي عليه الرحمة
- محبوب جون محبوب دعائون
- دلائل نزول المسيح
- ڪرامات امامِ رباني
- جمعہ جافضائل ۽ مسائل
- عيدين جا فضائل ۽ مسائل